# سخت چھري وارو ماڻھو

کھاڻيون



ايشور چندر





# سورهہ سنڌي ادب




صاحب خان ·سورهہ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# اداري جو پهريون ڪتاب

**ايشور چندر**
جي ڪهاڻين جي
هن ڪتاب
**"سخت چهري وارو ماڻهو"**
جو ٻيو ڇاپو
(سنڌ ۾)
اپريل ۱۹۹۴ع تي.

**سنڌوءَ جو اشاعت گهر لاڙڪاڻو**

يونيورسل ڪمپيوٽر ڪمپوزس ڪراچي مان ڪمپوز ڪرائي،
اڪبري آرٽ پريس ڪراچي مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**ملھ: ۳۰ رپيا**

لک پڙھ لاءِ
**انعام عباسي**
عباسي هائوس غريب آباد
اسٽيشن روڊ نئون ديرو لاڙڪاڻو (سنڌ)

---

**"SAKHAT CHAHREY WARO MANHOON"**
(The Man of Hard Face)
(Short Stories)
By: Ashore Chander
Printed at: Akbari Art Press, Karachi.
Published By: Sindhoo Jo Ashat Ghar, Larkano Sindh.
Price: R.s: 30-00

# سنڌاءُ

# ڪجھ ايشور چندر بابت

ايشور چندر جو شمار موجوده وقت جي، سنڌيءَ جي وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو. ايشور چندر جا سنڌيءَ ۾ ٻارهن 'ڪهاڻي ڪتاب' ڇپجي چُڪا آهن. سندس ٽي ڪهاڻي ڪتاب 'ٿڌا ڇپ'، 'اندر جو ڄامڙو' ۽ 'نہ مرڻ جو ڏک' سنڌ ۾ بہ ڇپيا آهن. انهيءَ کان علاوه هنديءَ ۾ سندس ڪهاڻين جا اٺ ڪهاڻي ڪتاب، گجراتيءَ ۾ ٽي ڪهاڻي ڪتاب ۽ مليالم ٻوليءَ ۾ هڪڙو ڪهاڻي ڪتاب ڇپجي چڪو آهي. سندس ڪيترين ڪهاڻين جا انگريزي ۽ ڀارت جي ٻين ٻولين ۾ ترجما ٿيا آهن. سندس ڪهاڻين تي ڪافي ڊراما دور درشن تي پيش ٿي چڪا آهن. ڀارت ۾ ٻين ٻولين جا ڪيترا پڙهندڙ سنڌي ٻوليءَ کي فقط ايشور چندر جي ڪري ئي سڃاڻين.

اُئين تہ سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪهاڻيڪار آهن، جن هيٺين وچين ڪلاس تي ڪهاڻيون لکيون آهن. پر انهيءَ ڪلاس جي ترجماني، جنهن چُڀندڙ لهجي ۽ انداز سان ايشور چندر ڪئي آهي، شايد ئي سنڌيءَ جي ٻئي ڪنهن ڪهاڻيڪار ڪئي آهي.

ايشور چندر جون ڪهاڻيون پڙهندي، هيٺين وچين طبقي سان واسطو رکندڙن کي ائين محسوس ٿيندو تہ اِها سندن ئي گهر جي ڪهاڻي آهي. يا سندن آسي پاسي اهڙا ئي واقعا ٿيا آهن. خاص ڪري اهڙا ماءُ پيءُ، جيڪي هاڻ پنهنجي ٻارن اڳيان لاچار آهن.

ايشور جنهن فنائتي نموني سان انهن جي ڪردار نگاري انهن جي دل جي ترجماني، انهن جي جذبن ۽ احساسن کي ظاهر ڪيو آهي، اِهو سندس ڪمال آهي.

— طارق اشرف

# شڪست ڪاڌل تو شنڪو

توهان سڀ مونکي ضرور بيوقوف ئي سڏيندا ۽ مان حقيقت ۾ آهيان ب بيوقوف ماڻهو.... اهڙي شخص کي ڀلا ٻيو ڪهڙو نالو ڏيڻ ڪپي- جنهن ۾ حالتن جي ڳڻڻ- اوڻٽڻ کي پرکڻ جي شڪتي نہ هجي، عقل نہ هجي... جو زندگيءَ جي ڳڻ- ڳوت کي، انگي حساب کي ٺيڪ طرح سان نہ سمجهي سگهيو هجي.

هينئر مان سڏو هوائي اڏي تان موٽي رهيو آهيان. اُن جهاز، جنهن ۾ منهنجو پٽ ولائت وڃي رهيو هو. جهاز جڏهن اُڏام ڀري، تہ منهنجو من ڀرجي آيو. انڪري نہ، تہ ڪو منهنجو پٽ، هڪ اڻ ڄاتل مدي تائين يا شايد هميشہ لاءِ ئي مون کان الڳ ٿي رهيو هو، بلڪ اِن ڪري، جو هو مونکي هڪ اهڙي ڪُنَ ۾ ڦاسائي وڃي رهيو هو، جتان نڪرڻ جو مونکي ڪو رستو ئي نہ پئي سُجهيو. اُتي صرف منهنجو من ئي ڪونہ ڀرجي آيو، پر گڏو گڏ منهنجين اکين مان لڙڪ ب وهي آيا هئا. حقيقت ۾، مون اُن وقت بيحد روئڻ ٿي چاهيو. جيئن تيئن ڪري هوائي اڏي جي ٽيرس مان نڪري، مان ٻاهر باغيچي ۾ هليو آيس. اُتي ڪير ب ڪونہ هو. هوائي اڏي جي ٻاهر وارو باغيچو مونکي لڳندو آهي، تہ اِئين ئي، صرف هوائي اڏي جي سونهن وڌائڻ لاءِ ٺهرايل آهي. نہ تہ اُتي ڪنهن وٽ ايڏي فرصت هوندي آهي، جو ٿوري دير لاءِ ئي سهي، اُن باغيچي ۾ اچي ٽڪُ ٻجي سگهي. اُتي تہ بس، مسافر پنهنجي فلائيٽ پڪڙڻ لاءِ تڪڙا تڪڙا ايندا آهن. الڳ الڳ ڪائونٽرن تي ڪڏهن پنهنجو سامان تورائيندا آهن، تہ ڪڏهن پاسپورٽ تي تاريخ ۽ سيل وغيره هڻائيندا آهن. يا وري ڪنهن ايئر لائينس جي ڪائونٽر تي وڃي رسيپشنسٽ کان ڪا ضروري ڄاڻ حاصل ڪندا رهندا آهن. اُن ڪانپوءِ ب، جيڪڏهن وٽن ٿورو وقت بچي پوندو آهي، تہ ڪنهن 'بوريچ' جي ڪائونٽر تي وڃي ڪجھ سنيڪس يا

ڪولڊ ڊرنڪ وٺندا آهن.

پر مون لاءِ اُن وقت روئڻ نهايت ضروري هو. سو اُتي باغيچي ۾ ويچي، مون خوب اوڇنگارون ڏيئي رنو. سچ، اُن وقت سڀ مان دل کولي نه روئان ها، يا پنهنجو پاڻ کي هلڪو نه ڪريان ها، ته اڄ مان توهان سان هن نموني ڳالهيون نه ڪري سگهان ها.

ها، ته مون پنهنجي پٽ جي ڳالهه پئي ڪئي. جڏهن اسڪول ۽ ڪاليج ۾ سندس پڙهائي پئي هلي، تڏهن هو مونکي بيحد هوشيار ڇوڪرو لڳو هو. هر سال سندس اِمتحانن جا نتيجا ڏسي، منهنجو يقين مظبوط ٿيندو پئي ويو، ته ڇوڪرو ضرور زندگيءَ ۾ ڪجهه ڪري ڏيکاريندو... ۽ جڏهن هو پنهنجي آئيندي سان ايترو وفادار هو، تڏهن منهنجو به اِهو فرض ٿي پيو، ته زندگيءَ ۾ سندس هر وڌندڙ قدم تي، مان به کيس پوري پوري مدد ڪريان.

مان اِجا اهڙيون ڳالهيون سوچي ئي رهيو هوس، جو هڪ ڏينهن منهنجي پٽ مونکي اچي چيو، "بابا، مان ميڊيڪل 'جوائن' ڪندس... منهنجون مارڪون ڪافي سٺيون آهن، اِن ڪري مونکي يقين آهي ته مونکي ائڊميشن ملي ويندي."

واه... مان سچ پچ بيحد خوش ٿيو هوس ته سٺي ڳالهه آهي، ته پنهنجي پٽ جي آئيندي جو فڪر صرف مونکي ئي ڪونهي. پر کيس خود به آهي.... مون کيس يڪدم ته هاڪار ڪانه ڪئي، پر سندس تجويز کي ٺڪرايو به ڪونه.... اِن ڪري پٽ کي شايد يقين ٿيڻ لڳو ته کيس پنهنجي پيءُ وٽان اِجازت ملي ويندي.

اُتي مان اِهو ٻڌائي ڇڏيان، ته منهنجو پنهنجو پيءُ اِجا حيات آهي، ماءُ به. جيتوڻيڪ اسين انهن کان الڳ رهندا آهيون، پر دليون اسان جون ڪو هرويرو الڳ ڪونهن. منهنجي شاديءَ جي ٿورن ڏينهن بعد ئي، اسين الڳ ٿي ويا هئاسين.

حقيقت ۾، تن ڏينهين مونکي اِئين لڳندو هو، ته منهنجو پيءُ هڪ سوارٿي قسم جو ماڻهو آهي. پر پاڻ بابت هو هميشه اِئين ئي چوندو رهندو آهي، ته اڄ جي دؤر ۾ هر شخص کي جيترو وهنواري ٿيڻ کپي، اوترو مان به آهيان.

تنهن، پنهنجي پيءُ جون اهڙيون ڳالهيون مونکي سٺيون نہ لڳنديون هيون. پر اڄ. جڏهن مان هوائي اڏي تان موٽي رهيو هوس، تڏهن مونکي محسوس ٿيڻ لڳو تہ، بابي جي، حياتيءَ بابت، ڳڻ ڳوت ڪيڏي نہ صحيح هئي. جذبات کي هنن پنهنجي زندگيءَ ۾ اچڻ ئي ڪونہ ڏنو هو.

جذبات جي دخل اندازي تہ منهنجي حياتيءَ ۾ هئي. ڪيڏو نہ جذباتي ٿي ويو هوس مان اُن ڏينهن، جنهن ڏينهن منهنجي پٽ ميڊيڪل ۾ داخلا وٺڻ جي تجويز منهنجي سامهون رکي هئي. سچ، مان اُن ڏينهن بيحد خوش ٿيو هوس.

جيتوڻيڪ مان پنهنجي پيءُ کان الڳ رهندو آهيان، پر ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن خاص ڳالهہ جي لاءِ، جي منهنجي پيءُ جي صلاح وٺڻ ضروري هوندي آهي، تہ مان ڪانئس صلاح وٺڻ ۾ ڪڏهن بہ ڪيٻائيندو ناهيان.

... تہ اُن ڏينهن مان سڌو پنهنجي پيءُ وٽ ويو هوس. بابو سمجهي ويو تہ مان وٽس ڇو آيو آهيان. اڪثر اِئين ٿيندو آهي، تہ جڏهن بہ مان ڪنهن مشڪل يا اُلجهن ۾ هوندو آهيان. يا جڏهن، ڪنهن بہ ڳالهہ بابت، پاڻ ڪو فيصلو نہ ڪري سگهندو آهيان، تہ پهچندو بابي وٽ، صلاح مصلحت لاءِ ويندو آهيان.

سو اُن ڏينهن بہ، جڏهن مان بابي وٽ پهتس، تہ بنا ڪنهن عجب وچان هن سوال ڪيو، "ڪيئن آيو آهين؟"

ڪنهن بہ طرح جي ڪا پيڙهڪا (تمهيد) تيار ڪرڻ بنا ئي، مون صاف صاف پيءُ کي چيو، "ڪم سان آيو آهيان... آ ... ڳالهہ هيءَ آهي، تہ توهانجو پوٽو ڊاڪٽر بڻجڻ ٿو چاهي..."

بابي کي ڄڻ ڪو بجليءَ جو جهٽڪو لڳو. اِن ڪري سندس منهن مان اوچتو نڪري ويو، "ڇو؟"

اِن 'ڇو' جو منهنجي ڳالهہ سان ڪو واسطو ئي ڪونہ هو. ڇوڪرو جيڪڏهن ڊاڪٽر ٿيڻ ٿو چاهي، تہ اُتي ڀلا 'ڇو' جهڙو سوال وري ڇاجي لاءِ؟

اِن ڪري مون پنهنجي ڳالهہ وري اڳتي وڌائي، "توهانجو ڇا خيال آهي... ڪيس ميڊيڪل ۾ داخل ڪرايان ڇا؟"

ڪجھ دير لاءِ ته بابو ڪنهن اونهي ويچار ۾ پئجي ويو. پر پوءِ شايد پنهنجو پاڻ کي، ٺيڪ طرح صلاح ڏيڻ جي حالت ۾ نه پائي چيائين، "ايترو خرچ ڪري سگھندين؟"

"ڏکيو ته آهي، پر ڪبو...." مون ٿورو هٻڪندي جواب ڏنو.

منهنجي پيءُ پنهنجي عمر جا اُسي ڪان ٻه وڌيڪ سال ڏٺا آهن. هن جي آزمودگار ڪنن شايد منهنجي هٻڪ کي پرکي ورتو. ان ڪري ڳالھ کي اڳتي وڌائيندي بابي وري سوال پڇيو، "ايڏو خرچ ڪٿان ڪري سگھندين؟"

"في الحال... ڪٿان اوڌر پوڌر وٺبي..."

"اوڌر؟" بابي کي وري ڄڻ ٻيو جھٽڪو لڳو. "اڳ وارا سڀ قرض چڪائي ڇڏيئه ڇا؟"

"نه."

بابو خود ٻه ڪلارڪ هو. قرض جي صحيح معنيٰ ۽ اُن جي پيچيده چار جي ڦهلاءَ جي ڪيس بخوبي خبر هئي. ان ڪري، ان باري ۾ بابي سان ڪنهن به قسم جو ڪوڙ ڳالهائڻ مونکي غير واجب لڳو. سو مون بابي کي سچ پچ ٻڌائي ڇڏيو. "اڃا ته ڪافي قرض ڪلهن تي آهي."

"ته پوءِ؟... جڏهن پهريان قرض لاٿا ڪونه اٿيئي، ته اُنهن کي وڌائڻ ۾ توکي ڪهڙي سياڻپ نظر آئي آهي؟" بابي بيحد بيباڪيءَ وچان پنهنجي ڳالھ چئي ڇڏي.

پر مون وري ٻه پنهنجو منطق رکيو، "قرض جو ڇا آهي... ڪڏهن نه ڪڏهن لاهي وٺنداسين..."

"ڪيئن لاهي وٺندين...؟ ڪو رستو ٻڌاءِ... اٿين ٿي منهن زباني چوڻ سان ڪو قرض لهي ويندا آهن ڇا...؟" ايترو چئي، بابي پنهنجون اکيون چوچيون ڪري مون ڏانهن نهارڻ شروع ڪيو.

الائي ڇو، مونکي بابي جي گفتگو اُن وقت نه پئي وڻي... يا شايد اٿين ٻه ٿو ٿي سگھي، ته پنهنجي پٽ جي روشن آئيندي سان، مون پنهنجو آئيندو ٻه جوڙي ڇڏيو هو، ۽ ان ڪري منهنجي ذهن تي جذبات جو پردو چڙهي ويو هو.

جڏهن بابي جي اهڙين ڳالهين جي جواب ۾ مونکي ڪو دليل نه پئي

سُجهيو، تہ ماں، اُن گهڙيءَ ٿورو چڙچڙو ٿي پيس... ۽ اهڙيءَ حالت ۾ هڪ ڪوڙي ڳالهه منهنجي وات مان نڪري وئي، "تہ ڇا، بابا، توهان چاهيو ٿا، تہ پنهنجي اولاد کي بہ ماں پاڻ جهڙو ئي رهڻ ڏيان؟"

منهنجي اِن جملي جي ترشي شايد منهنجي چهري تي بہ نمودار ٿي آئي هئي، جنهن کي بابي پروڙي ورتو هو. اِن ڪري منهنجي جملي جي پنيان جي صحيح معنيٰ کي ڄاڻڻ لاءِ، هن پڇيو، "تون چوڻ ڇا ٿو چاهين؟"

نہ ڄاڻ اُن وقت مونکي ڇا ٿي ويو هو، جو مون وري بہ ساڳئي ئي لهجي ۾ جواب ڏنو، "ماں چوڻ اِهو ٿو چاهيان، تہ ڪمزور مالي حالت جو بهانو وٺي، توهان منهنجي پڙهائي مئٽرڪ کان اڳتي جاري رکي ڪانہ... اُن جو نتيجو سامهون آهي، تہ ماں ڪلارڪي ڪري رهيو آهيان. هاڻي توهانجي غلطيءَ کي وري دهرائي، ماں ڇا پنهنجن ٻارن کي بہ اُنهن ئي حدن ۾ بند ڪري ڇڏيان، جن ۾ بند ٿي ماں اڄ بہ ڦٿڪي رهيو آهيان."

بابي مٿان منهنجي اِن ڳالهه جو ڪهڙو ردِعمل ٿيو، اِهو پتو ئي نہ پئجي سگهيو، ڇو تہ منهنجي ترشيءَ جي جواب ۾ غصي نہ ٿيندي، هن صرف شانت آواز ۾ ايترو ئي چيو، "منهنجي ڳالهه ڇڏي ڏي... ماں جيڪي ڪجهہ تو لاءِ ڪري سگهيس ٿي، سو مون ڪيو. توکي جي منهنجي ڳالهه بُري ٿي لڳي، تہ ڀلي جيئن توکي ٺيڪ لڳي، اُهو ڪر... ماں توکي ڪنهن ٿو منع ڪريان؟"

بابو جي ڪاوڙجي ها، تہ ڳالهه شايد وڌي وڃي ها، پر هن جو ٿڌو رخ ڏسي، ماں بہ ٿڌو ٿي ويس. اِن ڪري اڳ کان ٿڌي آواز ۾ مون چيو، "پر بابا، توهان ٿورو سوچي ڏسو... اُن ڏينهن اسانجو ڪنڌ ڪيڏو نہ اوچو ٿيندو، جنهن ڏينهن اسانجي ڪٽنب ۾ ڪو ڊاڪٽر بڻجي ويندو."

بابو وري ٿوري دير لاءِ ڪنهن اونهي ويچار ۾ پئجي ويو. پر پوءِ جڏهن ڪافي سوچي ويچاري هن جواب ڏنو، "ڪنهن هڪ ڏينهن اسانجو ڪنڌ فخر وچان اوچو ٿيندو، اُن هڪ ڏينهن لاءِ، ڪيترن ئي سالن تائين اسانجو اُهوئي ڪنڌ لهڻيدارن جي سامهون جهڪيل رهي، اها ڪٿي جي سياڻپ آهي؟" پوءِ وري هڪ ٿڌو ساهہ کڻي بابي چيو، "هڪ ڳالهہ هميشہ ياد

رکجانءِ، پٽ. پنهنجي اؤلاد لاءِ موهہ، ممتا ٻلي رکو... پر انڌي جذبات کان پري رهو... ڪهڙي خبر، اسين جنهن اؤلاد لاءِ هيترو ڪجھ ڪري رهيا آهيون، اهوئي اؤلاد اڳتي هلي، اسان سان گڏ رهڻ پسند بہ ڪندو يا نہ." ايترو چئي، بابو ڪجھ دير لاءِ چپ ٿي ويو. لڳو، ڄڻ هوُ وري ڪنهن اونهي ويچار ۾ پئجي ويو هو. وري شايد ڪنهن ڳڻ ڳوت بعد، هن اڳتي ڳالهائڻ شروع ڪيو، "پري ڇو ٿو وڃين... تون پنهنجو ئي مثال وٺ نہ.... مونکان جيڪي ڪجھ ٿي سگهيو، سو مون تنهنجي لاءِ ڪيو... پر... پر تون بہ اسان سان گڏ ڪٿي رهئين؟

"شادي ٿيندي ئي، توهان ٻئي زال مڙس اسان کان الڳ ٿي ويا... سبب ڀلي ڪهڙو بہ رهيو هجي، پر تون جدا ٿي ويو هئين نہ... هاڻي تون ئي سوچ. اسين ڪنهن لاءِ ڪريون؟ ڇا ڪريون؟... جيڪي ڪجھ ڪريون ٿا، اڳتي هلي اُن جو ڦل مٺو ٿيندو يا ڪؤڙو، اُن جي ڪنهن کي ڪهڙي خبر."

مونکي لڳو، ڄڻ بابي جو ڳلو ڀرجي آيو هو. پر هوُ گهمي ڦري وري پنهنجي ڳالھ تي موٽي آيو هو، "ڪريو... جيڪي ڪجھ ڪرڻو اٿوَ، ڪريو... مان ڪٿي ٿو منع ڪريان... پر پٽ، پنهنجي هن ٻڍي پيءُ جي هڪ ڳالھ ياد رکج... تہ جيترو ٿي سگهي وهنواري ٿجو... هيءُ دؤر، هيءَ زمانو، جذبات جو ڪونهي."

اُن بعد، اسن ٻنهي جي وچ ۾ ڪا خاص گفتگو ڪانہ ٿي. مان، ٻنا ڪنهن فيصلي تي پهچڻ جي، اُتان اُٿي هليو آيو هوس. تڏهن بابي جا دليل مونکي صحيح نہ لڳا هئا.

پر اڄ لڳي پيو، تہ بابي جي ڳڻ ڳوت، حياتيءَ ڏانهن بابي جو وهنواري رخ، ڪيترو نہ صحيح هوا آهي.

بابي جي اِجازت نہ ملڻ بعد بہ، مون پنهنجي پٽ کي ميڊيڪل ۾ داخل ڪرايو هو... هوڏانهن ڇوڪرو ڪاليج ويندو رهيو، ۽ هيڏانهن مان... سپنن جي خماريءَ ۾ ٻڌل مان، طرح طرح جا سپنا اُڻيندو رهيس.

پر اِها منهنجي بدنصيبي چئو، يا ٻيو ڪجهہ، جو جلد ئي منهجن ئي سپنن مونکي زوردار چماٽ وهائي ڪڍي.

ٿيو ڇا، جو هڪ ڏينهن ڪاليج مان موٽنديئي، مونکان پٽ سؤ روپين جي گهر ڪئي. مون سمجهيو ته شايد ڪاليج وارن گهرايا هوندا. جني خرچ جو پيو هيترو بوجھ سر تي کڻڻ قبوليو هوم، اُتي اِهي خرچ ته ڪرڻا ئي آهن. اِهو سوچي مون کانئس پڇيو، "ڇو؟ ڇا جي لاءِ گهرايا اٿن؟"

"گهرايا ڪونه اٿن، مونکي کپن."

"توکي؟... ڇو ڪيڏانهن ڪندين؟"

"نئون بوٽ وٺڻو اٿم."

ڇوڪري بنا ڪنهن جهجهڪ جي جواب ڏنو، ته مون ان تي چيومانس، "ڇو؟ هاڻي جيڪو جوڙو تو وٽ آهي، اُن کي ڇا ٿيو آهي؟" ايترو جني مون سندس پيرن ڏانهن نهاريو، سندس بوٽ صحيح سلامت هئا. سندن جلد تي خراب ٿيڻ جا به ڪي اُهڃاڻ نظر ڪونه ٿي آيا. هاڻي ٿورا ڏينهن اڳ ئي ته جڏهن هوُ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ٿيو هو، ڪيس نئون جوڙو وٺي ڏنو هوم.

پر هن ترت ئي جواب ڏنو، "هيءَ به ڪي بوٽ آهن؟ توهان ته اُن ٿرڊ ڪلاس ڪاريگر کان هيءَ بوٽ ٺهرائي ڏنا هئا، جنهن کان توهان پنهنجي لاءِ بوٽ ٺهرائيندا آهيو... پر ڪاليج جا ڇوڪرا جهڙي قسم جا بوٽ پائي ٿا اچن، اُنهن کي ڏسندي، منهنجو ته ڪنڌ ئي هيٺ ٿي ويندو آهي."

مون من ئي من ۾ سوچيو: ڪمال جو ڇوڪرو آهي... هاڻي ٻيا جي سُکين ستابن گهرن جا آهن، ته اسان ڪو ڀلا اُنهن سان ريس ڪري سگهنداسين ڇا؟ اُنهن سان اسان جو ڪهڙو مقابلو؟

اِن ڪري پنهنجي پٽ کي سمجهائيندي چيم، "پٽ ڏس، ڳالهه هيئن آهي، ته هوُ آهن پئسي واران جا پٽ... ڪجهه به ڪائين... ڪجهه به پائين... هنن لاءِ ڪو فرق ئي ڪونه ٿو پوي. پر پٽ، پاڻ دال روٽيءَ وارا آهيون... پاڻ کي ته لعل پنهنجي حساب سان هلڻو آهي نه..." وري ڪجهه ترسي کيس آٿت ڏيندي چيم، "حال في الحال ڪجهه ڏينهن اِن جوڙي مان ڪم ڪڍ... هاڻي جڏهن بونس ملندو، تڏهن توکي هن کان چڱيرڙو جوڙو خريدي ڏيو."

پر هن تي ڪنهن به دليل، ڪنهن به منٿ ميڙ جو اثر ڪونه ٿيو، ۽ آخر ضد ڪري هوُ مونکان سؤ جو نوٽ وٺي ويو. ٻوٽن جهڙي چيز تي سؤ جو نوٽ خراب ڪرڻ، مونکي ڏاڍو برو لڳو. مون جهڙي نوڪري پيشي ۽ ننڍي ماڻهوءَ لاءِ سؤ روپيا معنيٰ رکندا آهن. منهنجا خود جا ٻوٽ جي توهان ڏسندا ته حيرت ۾ پئجي ويندا. هڪ جوڙي مان، چار پنج سال ڪم ڪيندو آهيان. هيٺان ٽائير سول لڳارائي چڙهيندو آهيان. مٿان جي ڦاٽي به وڃن، ته چئين ائين آني جي چتي ہتي لڳارائي، پيو ڪم کي ڌڪيندو آهيان. مان ته سوچيندو آهيان، حياتيءَ جا باقي ڏينهن ڪٿا آهن. خراب ڏينهن بعد، سٺا ڏينهن به ايندا. تڏهن جا ڀاڳ تڏهن سان. تڏهن جي نصيب ۾ عيش لکيل هوندو، ته ضرور ماڻبو.

ڳالهه صرف ٻوٽ وٺڻ تائين ختم ڪانه ٿي ويئي. پر اُن ڪان پوءِ ته پاڻ منهنجي ڇوڪري جي گهرجن جي لائين ئي لڳي ويئي هئي. اڄ نئين ڊريس ٺهرائڻي آهي. اڄ پڪنڪ تي وڃڻو آهي... اڄ اسانجي ڪاليج ۾ پارٽي آهي.... اڄ ڪنهن کي وداعي ڏيڻي آهي... سندس اهڙيون گهرجون مون لاءِ جڻ جهنگل جي باهه هئي، جا منهنجي آس پاس جڻ وچڙندي پئي ويئي. جڻ ڪا هڪ دهڻ هئي، جنهن ۾ ڏيري ڏيري مان ڦاسندو پئي ويس. جڏهن جڏهن به کيس نوٽ ڪڍي ڏيندو هوس، تڏهن تڏهن ئي قرضن جي جار ۾ پنهنجو ڪونه ڪو انگ ڦاسندو محسوس ٿيندو هوم.

توهان ڪڏهن اُن شخص کي ڏٺو آهي، جيڪو وڃڻ ته ڪافي پريَ چاهيندو آهي، پر وچيم ئي ٿڪجي پوڻ ڪارڻ، سندس قدم اڳتي وڌڻ کان نابري واري ويهندا آهن. منهنجي حالت به تڏهن قريب اهڙي ٿي وئي هئي. تمام پري... تمام دور تائين پهچڻ جو سپنو ڏٺو هو مون... پر... مان وچيم ئي ٿڪجي پيو هوس.

ٿڪجي پوڻ جو اهڙو احساس جڏهن منهنجي من ۾ پيدا ٿيو هو، تڏهن نه چاهيندي به، هڪ ڏينهن مون پنهنجي پٽ کي چئي ڏنو هو، "پٽ، هاڻي تون پنهنجن فضول جي خرچن تي ٿورو ضابطو رک، مان... مان هاڻي تنهنجن ايڏن خرچن جي پورائي جي پاڻ ۾ سگهه نٿو سمجهان."

سچ، اِها ڳالهه مون تمام نرم آواز ۾ چئي هئي. اِئين، جڻ ڪو

گناهگار ڳالهائيندو هجي. پر منهنجي پٽ آڪڙجندي، بيحد بيشرميءَ وچان جواب ڏنو هو، "بابا، جيڪڏهن توهان ۾ سگهه نه هئي، ته پوءِ مونکي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ڇو ڪرايو؟... ڇڏي ڏيو ها مونکي پنهنجي حال تي، مان به توهان وانگر ڪٿي ڪلارڪي ڪري، غلاميءَ جي حياتي ڪٽي وٺان ها."

اُن وقت مون ڳالهايو ڪجھ ڪونه، پر من ئي من ۾ مان ڇڻ روئڻ لڳس. بيشرم ڪٿي جو، پنهنجي پيءُ جي حالت تي رحم کائڻ ته پري رهيو، اُلٽو ٿي پيءُ جي ڪلارڪ هئڻ جو مذاق اُڏائي رهيو آهي. حيف آهي اهڙي اولاد تي.

جڏهن هاڻي ايترو ڪجھ ٿي چڪو، تڏهن مون سڀڪجھ وقت تي ڇڏي ڏنو. وقت سٺائو ايندو، ته سڀ ڪجھ پنهنجو پاڻيهي ٺيڪ ٿي ويندو.

پر مان ته شايد اِن ويچار ۾ به مات کائي ويٺس. وقت ٻين کي ساٿ ڏيندو هوندو. مونکي ته هن ڪڏهن به ساٿ ڪونه ڏنو آهي. مون شايد اِها ڳالھ پهرين به چئي آهي، ته حياتيءَ جي ڳڻ ڳوت ۽ حساب ڪتاب ۾ مان غلط ئي ثابت ٿيس. پهرين پيءُ سان نه ٻڻي، هاڻي لڳي پيو ته پٽ سان به ٺيڪ طرح حساب ڪتاب بيهڻ مشڪل آهي. مونکي محسوس ٿيڻ لڳو آهي، ته اڄ جو... هن يگ جو... هن زماني جو، مان ڪو ترشنڪو آهيان. جو نه پيءُ جو پنهنجو ٿي سگهيو ۽ نه پٽ جو... پنهي پاسي مون ته مات ئي کاڌي آهي... هوا ۾ لٽڪندڙ ترشنڪوُ جيان مان نه آسمان جو رهيو آهيان، ۽ نه زمين جو.

ڇوڪري جڏهن ڊاڪٽري پاس ڪئي، تنهن ڏينهن نه ڄاڻ ڇو مونکي ڪا خاص خوشي ڪانه ٿي هئي. ڪيس ڊاڪٽري ڪرائيندي مان قرضن جي هڪ پهاڙ جي هيٺان دٻجي چڪو هوس. مونکي محسوس ٿيڻ لڳو ته اُنهن لهڻيدارن جون تقاضائون اڄڻ هاڻي شروع ٿي وينديون، جن ڪان، اِهي دلاسا ڏيئي مون قرض ورتا هئا، ته پٽ جي ڊاڪٽري پاس ڪرڻ سان ئي، مان سندن قرض چڪائي ڇڏيندس.

ڇوڪري پهرين ته هتي ئي ڪٿي ڊاڪٽري حاصل ڪرڻ لاءِ

درخواستون وغيره ڪرڻ شروع ڪيون. پر پوءِ اهو سوچي، ته پرڏيهه ۾ ڊاڪٽرن جي وڏيڪ ضرورت آهي، هن ڪجهه ٻاهرين ملڪن ڏانهن به درخواستون موڪلڻ شروع ڪيون... ۽ اها سندس خوشنصيبي سمجهڻ کپي، جو کيس هڪ ٻاهرين ملڪ مان نوڪريءَ جو آرڊر اچي ويو.

ٽڪيٽ ويزا وغيره اچڻ بعد، هوُ خود ئي وڃي ايئر لائينس وارن سان وڃڻ جي تاريخ طئه ڪري آيو. اِن سڄي جهميلي ۾ کيس شايد پنهنجي اُن ٻڍي پيءُ جي صلاح جي ضرورت محسوس نه ٿي، جو صرف ڪلارڪ هو، ۽ جنهن کي ولايت وڃڻ جي فارملٽيز جي پلا ڪهڙي ڄاڻ هئي؟

سو اڄ مان کيس اُماڻڻ هوائي اڏي تي ويس. هونئن، پراڻن ويچارن جا ڪي شخص اِن ڳالهه ۾ وشواس رکندا آهن، ته ولايت ويندڙ پٽ کي اُماڻڻ لاءِ پيءُ ڪڏهن به هوائي اڏي تائين نه وڃي. پر مان ته هليو ويو هوس. هونئن ته ڪٿي مان نه به وڃان ها، پر ڪي اهڙيون ڳاهيون رهجي وييون هيون، جن جي باري ۾ مون اڪيلائيءَ ۾ پٽ سان صاف طرح ڳالهائڻ ٿي چاهيو.

اِن وچم هڪ خاص ڳالهه ته مان توهانکي ٻڌائڻ ئي پلجي ويو هوس، ته چوڪري جڏهن ڊاڪٽري پئي ڪئي، تڏهن هن جي مٽي مائٽيءَ جون ڳالهيون شروع ٿي ويون هيون. اُتي مائٽيءَ آئيندڙن جي سامهون، مان هڪ پيءُ هوس، جنهن کي پنهنجي پٽ لاءِ، ڪا اهڙي ڳالهه ته چوڻي ئي ڪانه هئي، جنهن مان اِها بوءِ اچي ته منهنجو پٽ جي باري ۾ هروڀرو ڪو سنو رايو ڪونهي.

ته اهڙيون جيتريون به مائٽيون آيون، اُنهن سڀني کي مون صرف ايترو ئي چئي ٽاري ڇڏيو ته، چوڪرو جيسين ڪم ڪار تي چڙهي، تيسين هو ٿورو ترسن.

.... ته جڏهن مان چوڪري کي اُماڻڻ هوائي اڏي تي آيس، ۽ جڏهن ڏٺم ته فلائيٽ ۾ اڃا ڪجهه دير هئي، تڏهن مونکي لڳو، ته هاڻي ڳالهائڻ جو ڪجهه موقعو به آهي. اِن ڪري پٽ کي چيم، "پٽ، پٽ، تون پنهنجو آئيندو ٺاهڻ لاءِ وڃي رهيو آهين. سٺي ڳالهه آهي. ...

گهرن مان، تو لاءِ منهنجي مائٽن جون ڳالهيون اڃان پيون، اُنهن مان ڪنهن سان ڳالهه پڪي ڪري ڇڏيان، جڏهن تون مسافري ڪري موٽين، تڏهن ٿي ڪجهه ڪريون؟"

ڇوڪري بيحد لاپرواهيءَ وچان جواب ڏنو، "ها... ها، اِن ڳالهه کي تہ حالي رهڻ ڏجو... توهانکي جيئن ٺيڪ لڳي، ڪو گول مول جواب ڪين ڏيئي ڇڏجو." ڪجهه ترسي ڇوڪري وري ڳالهائڻ شروع ڪيو، "هوندن بابا، مون شايد اڳ توهانکي ٻڌايو بہ هو، تہ مان اِن ڳالهه جي بيحد خلاف آهيان، تہ شادي تہ ڪجهي هتي، ۽ پوءِ زال کي ٽن چئن سالن جو اِنتظار ڪرڻ لاءِ ڇڏي، اسين ولايت هليا وڃون... بيوقوفيءَ جهڙي ڳالهه آهي."

اوه!... ها، هاڻي ياد آيو. برابر هن اِها ڳالهه چئي هئي. منهنجي بيوقوف زال ڪجهه ڏينهن اڳ ٿي، ڳالهين ڳالهين ۾، پنهنجي پٽ کي چيو هو، "اڙي، تون وڃين تہ ٿو. پر وڃڻ کان اڳ شادي ٻادي تہ ڪري وڃ... جيئن تنهنجي پر پٺ، اسين پنهنجي ننهن جو ڪجهه سک وٺون."

پنهنجي ماءُ جي اِن ڳالهه جي جواب ۾ اسانجي پٽ برابر مٿين ڳالهه چئي هئي.

تڏهن مون وري پنهنجي ڳالهه کي اڳتي وڌائڻ لاءِ چيو، "اِئين تہ هاڻي تنهنجي ڳالهه بہ ٺيڪ آهي... پر منهنجو اِرادو اِهو هو، تہ اِن وچ ۾ جيڪڏهن ڪو سٺو گهر يا سٺي ڇوڪري پسند اچي وڃي، تہ في الحال ڳالهه تہ پڪي ڪري ڇڏيون... پوءِ ٻلي تون شاديءَ ڪانپوءِ ڪنوار کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃج."

اِن تي ڪافي بيباڪيءَ وچان ڇوڪري جواب ڏنو. "نہ، اهڙي ڪهڙي تڪڙ اچي پيئي آهي. شادي ڪو وڏو مسئلو تہ آهي ڪونہ. اِئين جي هرو ڀرو مونکي شاديءَ جي تڪڙي ضرورت محسوس بہ ٿي، تہ ڪا سٺي ڇوڪري ڳولهي اُتي ئي ڪٿي شادي ڪري ڇڏيندس."

پٽ جي اِن جواب مان لڳو تہ ڊاڪٽري ڪرڻ بعد، ڇوڪري جي رهڻي ڪهڻيءَ ۾ ڀي فرق ڪونہ آيو آهي، پر گڏو گڏ سندس ويچارن ۾ بہ ڪافي تبديلي اچي ويئي آهي. ائين لڳي ٿي ڪونہ ٿو، تہ هو ڪو هن گهر جي سنسڪارن ۾ پليو آهي.

مون تنهن وري هڪ سوال پڇيو، "جيڪڏهن تو اُتي ئي ڪٿي شادي ڪئي، ته پڪ ئي پڪ تون هميشہ لاءِ اُتي رهڻ پسند ڪندين؟"

"ها... ٿي سگهي ٿو... اِن ۾ ڀلا حرج ئي ڪهڙو آهي؟ گهر ئي ته وسائڻو آهي، پوءِ ڪهڙي به ڌرتيءَ تي وسائجي، ڪهڙو ٿو فرق پوي." پٽ جواب ڏنو.

پٽ جو اِهو جواب ٻڌي مان اندر ئي اندر ۾ ڏڪي ويس. ان ڪري نہ، تہ هوُ پوءِ هميشہ لاءِ اسان کان الڳ ٿي ويندو، پر اِن ڪري، تہ جيڪڏهن سچ پچ هن اُتي شادي ڪري ورتي، ۽ جي هن هميشہ لاءِ اُتي ئي گهر وسائڻ جي ڳالهہ سوچي، تہ پوءِ هوُ ڇا ڪڏهن واپس ايندو؟ ۽ اهڙيءَ حالت ۾ هوُ پيءُ کي پئسو ڏوڪڙ بہ ڇا موڪليندو؟ ۽ جي ائين ٿيو، تہ مان اُهي قرض ڪيئن لاهي سگهندس، جيڪي مون ڪيس ڊاڪٽري پڙهائڻ لاءِ ڪنيا هئا.

تنهن مونکي لڳو، تہ هاڻي مونکي ورتاءُ ۾ ٿورو وڌيڪ صاف ٿيڻ کپي. سو مون بہ ڇٽي ڏنو، "جڏهن توکي اُتي وڃي گهر وسائڻ ۾ حرج محسوس نٿو ٿئي، تہ پوءِ تون هتي گهر وارن لاءِ بہ پئسو ڏوڪڙ ڇا موڪلي سگهندين؟"

منهنجي اهڙي ڳالهہ ٻڌي بہ، پٽ جي چهري تي ڪو فرق ڪونہ آيو. پهرين واري ساڳي نوع ۾ هن جواب ڏنو، "ها، ڏسندس، جيڪڏهن ڪجهہ موڪلي سگهڻ جي حالت ۾ هوندس تہ ضرور موڪليندس... نہ تہ بہ توهان اڃا نوڪري ڪريو ئي پيا."

تنهن وري پٽ جي اکين ۾ اکيون وجهندي مون چيو، "ها، نوڪري تہ مان ڪريان پيو... پر... توکي ڊاڪٽري ڪرائڻ ۾ مون جيڪو هزارين روپين جو قرض ڪنيو آهي، اُهو ڇا مان اڪيلو ئي، اِن معمولي پگهار مان لاهي سگهندس؟"

پٽ جي مٿان جڻ منهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ جو ڪو اثر ئي نہ پئي ٿيو. هن وري بہ ساڳئي ئي لهجي ۾ جواب ڏنو، "قرضن جو ڇا آهي، بابا، قرض تہ توهان مٿان تڏهن بہ هئا. جڏهن مون ڊاڪٽريءَ جي پڙهائي شروع ڪئي هئي."

پيو ڪو پيءُ هجي ها، تہ پٽ جي اهڙي بيهودي جواب تي، شايد

سندس هٿ ڪجي وڃي ها... پر خبر ناهي، اُنهن گهڙين ۾، مان ائين ڇو نہ ڪري سگهيس. اُٽلو ٿي پٽ جي اهڙي ڳالھ ڪانپوءِ لاجواب بڻجي پيس. منهنجون اکيون ڀرجي آيون. سوچيم: بيوقوف، جيڪڏهن تنهنجي پيءُ تي اڳ ۾ قرض هئا، تہ اُهي بہ تہ توهان لاءِ ئي کنيا هئم. ڪلارڪيءَ جي سُکي پکي پگهار مان پورت نہ پئي ٿي. تڏهن ئي تہ قرض کڻڻا پوندا هئا.

شايد منهنجين اکين ۾ ڀرجي آيل پاڻي پٽ ڏسي ورتو هو. اُن ڪري جڻ پيءُ تي رحم کائيندي هن چيو، "ڇڳو مان ڏسندس. جيڪڏهن ڪجھ پئسا بچائي سگهيس، تہ توهان ڏانهن موڪلي ڏيندس."

پٽ جي اِن اٿت ڪانپوءِ بہ منهنجي وات مان ڪي لفظ ڪونہ نڪتا. صرف مون ڪنڌ پئي پاسي ڪري، اکين ۾ آيل لڙڪ اُگهي ورتا.

جڏهن فلائيٽ جي اناؤنسمينٽ ٿي تہ ڇوڪرو، چيڪ پوسٽ تان ٿيندو، اُن ميدان ڏانهن هليو ويو، جتي هوائي پٽيءَ تي سندس جهاز بيٺو هو، ۽ مان اُداس اُداس، مٿين بالڪنيءَ ڏانهن هليو ويس. ويندي ويندي مون پنهنجي پٽ کي چڱيءَ طرح دل کولي ڏسڻ ٿي چاهيو. هلڪي نيري رنگ جي فل سوٽ ۾ منهنجو پٽ ڪيڏو نہ سُٺو پئي لڳو. تڏهن مون پنهنجي حالت ۽ پنهنجن ڪپڙن ڏانهن نهاريو. مونکي لڳو، مان ڪيترو نہ معمولي شخص آهيان، ۽ هوڏانهن منهنجو پٽ ڪيڏو نہ وڏو ماڻهو پيو لڳي. ڪيڏو نہ وڏو ماڻهو.

جهاز جي ڏاڪڻ وٽ پهچي، هن هڪ دفعو هٿ لوڏيو. اُن وقت سندس هٿ لوڏڻ شايد فارملٽي هئي، هوندي نہ تہ بالڪنيءَ ۾ بيٺل هيترن ماڻهن جي وچ ۾ هو پنهنجي پيءُ کي ڪٿي ڳولهي سگهيو هوندو. پر مان... مان هڪ پيءُ، پنهنجي پٽ کي سڃاڻڻ ۾ ڪيئن ٿي غلطي ڪري سگهيس؟

سچ اُن وقت مون بيحد ڪوشش ڪئي. پر مان پنهنجن لڙڪن کي روڪي نہ پئي سگهيس. مان تہ اُن وقت ڀڳوان کان اِهوئي گهري رهيو هوس تہ اي مالڪ، منهنجي نظر اڃا بہ تيز ڪر.... جيئن مان پنهنجي اُن پٽ کي اڃا بہ چڱيءَ طرح ڏسي سگهان، جنهنجي واپس اچڻ جي اُميد هاڻي ڪافي گهٽ هئي.

پر ٻيڙو ٻڌي اِنهن لڙڪن جو، جيڪي پردو ٻڌي منجهين اکين ۽ پٺ جي آڏو اچي بيهي رهيا.

جڏهن جهاز اُڏام پري، ته مونکي لڳو، ڄڻ ڪو بي رحم پائلٽ، منهنجين اُميدن، منهنجن سپنن کي مونکان کسي وڃي رهيو هو.

اُن بعد ڪجهه به خاص ڪونه ٿيو. ڳوڙن ڀريل قدمن سان مان ٻاهر اچي باغيچي ۾ ويٺس، خوب رنس... رنس. جو ڇوڪرو هميشه لاءِ ولايت هليو ويو... رنس، جو هاڻي پنهنجي پيءُ جي سامهون ڪهڙو منهن کڻي ويندس؟ اُن پيءُ جي سامهون، جنهن جي حياتيءَ جي ڳڻ ڳوت بلڪل صحيح هئي، ۽ جنهن کي مان غلط سمجهي ويٺو هوس... رنس، جو هاڻي لهڻيدار منهنجو انگ نهوڙي ڇڏيندا... رنس، جو... الائجي ڇو رنس.... مونکي بس، ايتري خبر آهي، ته اُن وقت روئڻ مون لاءِ نهايت ضروري هو.

گهر اچي، مون ڪنهن سان به ڪجهه ڪونه ڳالهايو. حالانڪ گهر وارن گهڻو ڪجهه پڇڻ ٿي چاهيو. پر اُن وقت مون سڀني کي اِهو چئي چپ ڪرائي ڇڏيو، ته پوءِ ڳالهائيندا سين.

اُن بعد، اول ته مان ڪجهه دير لاءِ چپ چاپ ليٽي پيس. پوءِ نه ڄاڻ ڇا سوچي مان ڪُڏ تي هليو ويس. تڏهن منهنجي نگاهه هڪ مئل جانور تي پيئي، جنهن کي ڪئين ڳجهون وڪوڙي ويٺيون هيون. ڳجهن جون نوڪدار چهنبون ڏسي مان ڏڪي ويس.

تڏهن مونکي لڳو، ڄڻ مون لاءِ وقت ڪان اڳ ئي سيارو اچي ويو آهي.

# اُن هوندي بہ

صبح جي اُن گهڙيءَ بعد، ہدِيو ڪافي تڪليف محسوس ڪري رهيو هو.

هونئن پريشان تہ هوُ اُن ڏينهن کان ئي هو، جنهن ڏينهن ہُنس، سندس مرضيءَ جي خلاف پاسي واري ڪالونيءَ جي ڪنهن ڇوڪريءَ سان شادي ڪري سندس در تي آيو هو، ۽ تڏهن هن خود ئي، پنهنجي پٽ لاءِ گهر جا دروازا هميشہ لاءِ بند ڪري ڇڏيا هئا. تڏهن کان، يا اُن ڏينهن کانپوءِ، اوڙي پاڙي يا مٽن مائٽن جي وچہ جيڪا مُس مُس ٿيڻ لڳي هئي، ہدِيو اُن جو ڪو لوس جواب ڪنهن کي نہ ڏيئي سگهيو هو. ۽ اهائي، جواب نہ ڏيئي سگهڻ جي مجبوري، کيس اندر ئي اندر نهوڙي رهي هئي. جڏهن بہ ڪو پاڙي وارو، يا ڪو مٽ مائٽ کيس اچي ہڌائيندو هو تہ فلاڻو يا فلاڻو توهان بابت گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو هو، تڏهن غصي سان گڏ کيس تڪليف بہ محسوس ٿيڻ لڳندي هئي.

پر اَڄ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانہ هئي. اَڄ تہ هوُ صرف اِن لاءِ تڪليف محسوس ڪري رهيو هو، جو صبح ساڻ، سنان پاڻي ڪرڻ کانپوءِ، جڏهن عادت مطابق هوُ مندر ڏانهن وڃي رهيو هو، تہ واٽ تي هن ڏٺو، تہ سندس پٽ، پنهنجي جوءِ سان گڏ ٽانگي ۾ ويهي، سامهون واري رستي تان اچي رهيو هو. ۽ هڪ ننڍڙو ٻار، پلاسٽڪ جي ڪنهن گڏي جيان، ننهڻس جي ڪڇ ۾ هو.

هونئن ہنهي جڻن ہدِيءَ کي سامهون ايندو ڏسي ورتو هو. پٽ جي ٻي رخيءَ جي جواب ۾، جهڙي سان ٿهڙو وارو ورتاءُ ڪندي، اُئين ڪٽي ڪنڌ هيٺ ڪيو، جڻ هن بہ ہنهي مان ڪنهنکي ڏٺو ئي ڪونہ هو.

ڇپن ئي ڇپن ۾ ہدِيو جيڪي منتر اُچاريندو پئي آيو، اُهي جڻ ڪجھ دير لاءِ بند ٿي ويا. دل ئي دل ۾، پٽ جي اِن حرڪت لاءِ، ہدِيو کيس گاريون ڏيڻ لڳو. کيس لڳو، سندس مٿو ڳورو ٿي پيو هو. ہدِي

سان اڪثر ائين ٿيندو رهندو آهي. جڏهن ٻه ڪو ڪم سندس مرضيءَ جي خلاف ٿيندو آهي، ته ترت ئي کيس غصو اچي ويندو آهي، ۽ اِئين ٻڍي جو بلڊ پريشر ڪافي وڌي ويندو آهي. ڀهرين ته لفظن دوران ٻيو پنهنجو غصو ڪڍي وٺندو هو، پر هڪ ڏينهن، ڪنهن ڳالهه تي هوُ ايترو ته غصو ڪري ويٺو، جو هوُ ٻنهه آپي کان ٻاهر نڪري ويو هو، ۽ اِئين کندي کيس دل جي تڪليف ٿي پيئي هئي. تڏهن کان، ڊاڪٽرن جي صلاح مجي، هو غصي کي پي ويندو آهي. هاڻي هوُ پنهنجي ڪاوڙ کي لفظن دوران ظاهر ٿيڻ نه ڏيندو آهي. پر ٻڍي کي ڪٿين ٻيرا اِئين محسوس ٿيو آهي، ته اِئين ڪرڻ سان ٻه ڪو خاص فرق ڪونه پيو آهي. لفظن معرفت ڪاوڙ کي ٻاهر نه ڪڍڻ ڪارڻ، وقت بوقت غصي کي پي وڃڻ ڪري، سندس سڄو جسم ڏکڻ لڳندو آهي. تڏهن کان ٻڍي جي من ۾ هڪ ڊپ ويهجي ويو آهي، ته ڪٿي اِئين نه ٿئي، ته غصي کي اِئين دٻائيندي دٻائيندي، ڪنهن ڏينهن کيس اٽرنگ ٿي پوي، يا سندس دل ٿڪي پوي.

اِنهن مڙني ڳالهين کي ڌيان ۾ رکي، ٻڍي پنهنجو ڌيان ٻئي ڪنهن پاسي لڳائڻ چاهيو. هن، بنا ڪنهن مقصد جي، رستي جي ساڄي ڪاٻي نهارڻ شروع ڪيو. رستي جي هڪ پاسي کان ڪي ڊور ڍڳا وڃي رهيا هئا. ٻئي پاسي کان، ڪلهن ۾ ٿيلها لٽڪايو، ڪي اِسڪولي ٻار اِسڪول ڏانهن وڃي رهيا هئا. اُنهن ٻارن جي وچم ئي ٻڍي ڏٺو، ته هڪ پيءُ پنهنجي ٻار جي آڱر پڪڙي، شايد کيس اِسڪول پهچائڻ لاءِ وڃي رهيو هو. اُن ماڻهوءَ کي ڏسنديئي، ٻڍي جو ڌيان وري پنهنجي پٽ ڏانهن هليو ويو، ته هڪ وقت هو، جڏهن هو خود ٻه پنهنجي پٽ کي آڱر پڪڙي، کيس اسڪول تائين پهچائڻ ويندو هو، ۽ پوءِ هر روز شام جو هو اِسڪول جي ٻاهران وڃي ٻيهي رهندو هو، ته جيئن موڪل ٿيندي ئي هو پنهنجي پٽ کي سلامتيءَ سان واپس گهر وٺي اچي.

اِهو سڀ سوچيندي سوچيندي ٻڍي جو من ڀرجي آيو. کيس لڳو، ته وقت جي ڪهاڙيءَ ڪيئن نه پنهنجو زور دار وار ڪري، پيءُ پٽ کي الڳ ڪري ڇڏيو هو. اَڄ اُن ئي پٽ، پيءُ کي ڏسندي ئي ڪنڌ ڦيري ڇڏيو هو، جنهن جي آڱر پڪڙي، ٻڍي کيس حياتيءَ جا صحيح رستا

ڏيکاريا هئا.

مندر ۾ ته اڄ ٻڍي جو من نه پئي لڳو. کيس لڳو ته سڄي آرتيءَ وقت هو صرف پوڄاريءَ جا لفظ دهرائيندو رهيو. اُنهن مان هن اڄ پنهنجي ڪا معنيٰ نه ڪڍي. هونئن اڪثر ائين ٿيندو آهي، ته آرتي هلندي هلندي، هو آرتيءَ جي هر سٽ مان ڪو موزون مطلب ڪڍندو آهي ۽ پوءِ اُها معنيٰ گهر اچي پنهنجي زال کي چڱيءَ طرح سمجهائيندو آهي.

پر اڄ ٻڍي جو ان ڳالهه ڏانهن من ئي نه پئي لڳو. کيس ياد اچڻ لڳو ته ڪيئن نه پنهنجي پٽ کي پاڙهي ڪري، هن کيس نوڪري ڪرڻ لائق بڻايو. ۽ پوءِ ڪيئن نه پٽ کي نوڪري ڏيارڻ لاءِ، هن کي پنهنجي پراڻي دوست جو احسان کڻڻو پيو. ۽ اڄ پيءُ جي ايترين ڪوششن ۽ ڪشالن جو بدلو پٽ اهو ڏنو، جو کيس ڏسندي ئي منهن ڪڍي ٻئي پاسي ڪيائين.

هونئن، پنهنجي پٽ مان من ڪنو ته سندس، اُن ڏينهن ئي ٿي ويو هو، جنهن ڏينهن ٻڍيءَ کيس اهو ٻڌايو هو ته سڄي پاڙي ۾ اِهو اُفواهه ڦهليل آهي ته پنهنجو پٽ، پاسي واري ڪالونيءَ جي ڪنهن ڇوڪريءَ جي عشق پشق جي چڪر ۾ ڦاسي پيو آهي.

غصي کان وڌيڪ، ٻڍي کي تنهن ان ڳالهه تي عجب لڳو هو، ته اهو سڀ ٿيو ڪيئن؟ سندس پٽ ۾ اهو ڦيرو ڪيئن اچي ويو؟ هن گهر ۾ ته ڪو به اهڙن سنسڪارن ۾ ڪونه پليو آهي. پنهنجي سڄي عمر ۾ هن ته ڪڏهن ڪنهن سان عشق وغيره ڪونه ڪيو هو. پوءِ... اهڙيءَ حالت ۾ هن ڇوري کي ڪٿان جي هوا لڳي وئي؟

ٻڍيءَ جي اِها ڳالهه ٻڌڻ ڪانپوءِ، ڪجهه دير لاءِ ته ٻڍو ٽپيءَ ۾ پئجي ويو. اڄ جي زماني کي ڏسي، ڇوڪري جو اهڙو قدم کڻڻ، هرو ڀرو نئين ڳالهه ڪانه هئي، پر ٻڍي کي اهو سڀ ان ڪري اڻ وڻندڙ پئي لڳو، جو سندس پنهنجو ان دوست سان ڪيل وعدو ڪوڙو ثابت ٿي رهيو هو، جنهن دوست جي مدد سان، هن پنهنجي پٽ کي نوڪري وٺرائي ڏني هئي.

ٿيو ڇا هو، جو ڇوڪري جي نوڪري لڳڻ بعد، ٻڍي جو اُهو دوست، سندس پٽ لاءِ ڪنهن نياڻيءَ جي مڱڻي مانڻيءَ جي ڳالهه کڻي آيو هو. ٻڍي، بنا ڪنهن آنا ڪانيءَ جي پنهنجي دوست جي آڇ کي عزت

ڏني هئي. پڊي کو هروڀرو انڪري اٿين ڪونہ ڪيو هو، جو ڪيس پنهنجي اُن پراڻي سنگتيءَ جي احسان جو بدلو چڪائڻو هو، بلڪ سندس دوست، جنهن گهر جي نياڻيءَ لاءِ آچ ڪئي آيو هو، اُها نياڻي خواهہ سندس ڪٽنبي، پڊي کي بيحد پسند هئا.

۽ اُهن ئي ڏينهين پڊي، گهر وارن کي مني مانتيءَ جي سڄي ڳالهہ ٻڌائي چڏي هئي، تہ جيئن پنس کي بہ لڳي، تہ سندس گهر وارا سندس مني مانتيءَ جي ڪم ۾ سرگرم ٿيڻ لڳا آهن.

پر پوءِ جڏهن پڊيءَ پنهنجي مڙس کي، پنس جي عشق پشق جي ڳالهہ ٻڌائي تہ پڊي کي اهو واجب لڳو، تہ پٽ جي آمهون سامهون ويهي، ساڻس ان باري ۾ کلي طرح ڳالهہ ٻولهہ ڪري.

تڏهن، هڪ ڏينهن شام جو موقعو پائي، هن پٽ کي پاڻ وٽ سڏ ڪيو. جڏهن پنس سندس ويجهو آيو، تہ بنا ڪنهن تمهيد جي، هن پٽ کان سوال پڇيو، "آ.... پڌو اٿم تہ اڄ ڪالهہ تون ڪنهن ڇوڪريءَ جي عشق وغيره جي چڪر ۾ آهين؟"

پٽ کي، پنهنجي پيءُ وٽان، اهڙي ڪنهن سڌي سوال جي بنهہ اُميد ڪانہ هئي. انڪري اول تہ هن اِنڪاري جواب ڏيڻ چاهيو. پر وري پيءَ ڳن ۾ ڪيس لڳو، تہ گهر وارن کي جڏهن خبر پئجي ئي وئي آهي، تہ پوءِ هرو ڀرو ڪنهن سچائيءَ کي ڪوڙي پردي سان ڇو ڍڪجي؟

اِنڪري. پيءُ جي سوال جو جواب ڏيندي، نمرتا وچان هن چيو، "ها... توهان جيڪي ٻڌو آهي، سو صحيح آهي. پر واري ڪالونيءَ ۾ هڪ ڇوڪري. آهي، منهنجي نگاهہ ۾ ٺيڪ آهي. اسانجا ويچار بہ ڪافي هڪجهڙا آهن، ۽ مان سمجهان ٿو تہ جي ويچارن ۾ هڪجهڙائي هجي تہ زندگيءَ ۾ اڳتي هلي، ڪنهن بہ تڪليف جي گنجائش گهٽ رهندي آهي.

پٽ جو اهو منطق، پيءُ کي ڪٿي بہ غلط ڪونہ لڳو. پر پٽ جي سامهون پنهنجي ڳالهہ ظاهر ڪرڻ کان بہ هو پاڻ کي روڪي نہ پئي سگهيو. انڪري چيائين، "ٺيڪ آهي. نظريو تنهنجو بہ غلط ڪونهي... ويچار منهنجا بہ ساڳيائي آهن، پر... پر توکي خبر آهي تہ پنهنجي پراڻي دوست چاولا سان، مان تنهنجي مني مانتيءَ لاءِ وعدو ڪري چڪو

آهيان. بس، رڳو هڪ وٺڻ باقي آهي. اهڙيءَ حالت ۾، تون ئي سوچ، ته هنجي سامهون مونکي ڪيڏو نه نيچو...."

بدو اجا پنهنجو جملو پورو ڪري ئي ڪري، ان کان اڳ ئي پٽ ڳالهائڻ شروع ڪيو، "اهو ته ٺيڪ آهي. توهان جي وعدي کي عزت ڏيڻ لاءِ، مان خود ئي وڃي چاولا انڪل کان معافي وٺي ايندس."

پٽ جي ان جواب مان پيءُ کي لڳو، ته وڏندڙ عمر سان گڏو گڏ، پنس هاڻي حاضر جوابيءَ ۾ به خاصو قدم رکي رهيو هو. پر بدي کي پنهنجي عمر جي آزمودي، چست جملن جي سامهون هار مڃڻ نه سيکاريو هو، انڪري پٽ جي ان جواب جي سامهون هار مڃڻ جي بجاءِ هن سندس اڳيان ٻيو دليل رکيو، "پر اسين اهڙي نوبت اچڻ ئي ڇو ڏيون، جو اسان مان ڪنهن کي به، ڪنهن ٻئي کان معافي وٺڻي پوي."

پنهنجيءَ نمرتا کي برقرار رکندي، پنس وري جواب ڏنو، "....توهانجو يا منهنجو ڪنهن سان ڪيل وعدو، اسان ٻنهي جي وچم ناانصافيءَ جو ڪارڻ بڻجي، مان سمجهان ٿو، اهو توهانکي به پسند نه هوندو."

بدي کي تڏهن لڳو، ته پنس شايد کيس منطقي سطح تي شڪست ڏيڻ ٿو چاهي. انڪري هڪ پيءُ جو رتبو قائم رکندي، هاڻي کيس، ٿوري سختيءَ کان ڪم وٺڻ واجب لڳو. ٿوري شوخيءَ وچان نهاريندي، هن پٽ کي چيو، "ڪجھ ڳالهيون اهڙيون ٿينديون آهن، جن ۾ پاڻ کان وڏن جي سامهون پوڻ ٺيڪ نه ٿيندو آهي. انڪري هن معاملي ۾ توکي ڪرڻو اهو ئي پوندو، جيڪو مان چاهيندس."

ايتري شوخيءَ وچان ته نه، پر اُن کان ڪجھ گھٽ ترشيءَ وچان پٽ چيو، "اٿين ڪرڻ سان، مونکي اُن ڇوڪريءَ جي نگاهن ۾ ڪرڻو پوندو، جنهن سان مان شاديءَ جو وعدو ڪري چڪو آهيان."

ايترو چئي پٽ ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. کيس خبر هئي، ته اُتي وڌيڪ ترسڻ سان، سندس بدو پيءُ اجا به ڀڙڪي اٿندو. ۽ کيس ڄاڻ هئي، ته بدي جي غصي جو عالم ڪڏهن ڪڏهن ته ايڏو تيز ٿي ويندو آهي، جو پاڙي جون ڪئين اکيون سندن گھر جي در درين مان ليئا پائڻ لڳنديون آهن. يا وري بدي جو بلڊ پريشر ايترو ته وڌي ويندو آهي، جو

ڊاڪٽر کي گهرائڻ جي نوبت اچي ويندي آهي.

انڪري پڻ، اهڙي حالت کان پاسو ڪرڻ واجب ڄاتو.

اُن ڪانپورءِ ڪجھ به خاص ڪونه ٿيو. پيءُ پٽ- ٻئي- اجنبين جيان، هڪ ئي گهر ۾ رهيا پيا هئا. ڪڏهن ڪا خاص ڳالھ هوندي هئي، ته هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا هئا. نه ته ٻيئي هڪ ٻئي کان پري پري رهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

... ۽ پوءِ اُن ڏينهن ته ٻڍيو بيحد ناراض ٿيو، جنهن ڏينهن جوٽس ڪيس ٻڌايو ته اندران ئي اندران خبر پيئي آهي، ته پنهنجو پٽ، اڄ شام جو، ڪنهن مندر ۾، پر واري ڪالونيءَ جي اُن ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ وارو آهي، جنهن سان گذريل ڪجھ ڏينهن کان سندس عشق پشق پئي هليو.

حالانڪ ٻڍيو اُن ڏينهن بيحد ناراض ٿيو هو، پر هن پنهنجي اُها ناراضگي يا غصو، ٻئي ڪنهن جي سامهون ظاهر ٿيڻ نه ڏنو. هوئنئن، ٻي ڪا خاص ڳالھ ڪانه هئي، پر ٻڍي کي ڏک ان ڳالھ جو پئي ٿيو، جو سندس پنهنجي ئي پٽ جي اڏو ڄڻ شڪست پئي ٿي.

تڏهن، ڪافي سوچ ويچار ڪانپوءِ، هڪ ڪٺور فيصلو ڪري، هن گهر وارن کي حڪم ڏنو، اڄ ڪانپورءِ پنهنجي پٽ جو هن گهر سان ڪو به سنبنڌ نه رهندو. ۽ نه ئي گهر جو ڪو به ڀاتي، ڪيس هن گهر ۾ قدم ئي رکڻ ڏيندو. ايتري قدر جو اڄ کان پوءِ، ڪير ساڻس ڳالهائيندو به ڪونه.

هوڏانهن، ٻنس سچ پچ اُن ڏينهن، اُن ئي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي. مندر ۾ ٿيل معمولي سانن، سوٽن ڪانپوءِ پنهنجي نئين ڪنوار کي ساڻ ولي، هن پنهنجي گهر جو در وڃي کڙڪايو.

گهر ۾، اُن وقت، مؤت جهڙو سناٽو هو. شام کان ولي گهر ۾، طوفان کان اڳ جهڙي خاموشي ڇانيل هئي. دروازي تي جڏهن کڙڪو ٿيو، تڏهن اُن گهر جي خاموشي اڃا به گهري ٿي ويئي. ڪنهن ۾ به ايڏي همت ڪانه هئي، جو ٻڍي جي مؤجودگيءَ ۾، هو اُن گهر جو دروازو کولي سگهي. هوئنئن، سمجهي ته سڀ ويا هئا، ته در ڪنهن کڙڪايو

هوندو.

ڪافي دير تائين ٻه جڻهن دروازو نه کليو، ته پنس هڪ ڀيرو وري در کڙڪايو. تڏهن خود ٻڍي اٿي دروازو کوليو. نئين ڪنوار ته اڳيئي ئي منهن ڍڪي چڙهيو هو. ٻڍي ۽ پنس جون اکيون چار ٿيون. ٻڍيو ڪنهن مضبوط ديوار جيان چانئٺ وٽ بيهي رهيو. ڪجھ دير ته ڪير ٻه ڪجھ نه ڳالهائي سگهيو. تڏهن خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ، پٽ پنهنجا چپ چورڻ چاهيا. پر هو اجا ڪجھ ڳالهائي ئي ڳالهائي، اُن کان اڳ ٻڍي جي گلي مان کڙڪ آواز نڪتو، "دروازي تائين اچڻ جي همٿ ڪيئهِ. بس، اهوئي ٺيڪ آهي. چانئٺ اورانگهڻ مان توکي نه ڏيندس... ۽ توکي اهو ٻه ٻڌائي ڇڏيان، ته اڄ کان پوءِ، هن گهر جا دروازا تو لاءِ بند رهندا." ايترو چئي، ٻڍي ذوم سان در بند ڪري ڇڏيو. اهو سڀ ڪجھ ايتري ته اَک ڇنڀ ۾ ٿي ويو، جو نئين ڪنوار کي پنهنجي سهري جا پير ڇُهڻ جو موقعو ٻه ڪونه مليو.

دروازو زور سان بند ٿيڻ سان ئي، گهر جا سڀ ڀاتي هڪ ٻئي جا چهرا ڏسڻ لڳا. چَپَ ته سڀني جا بند هئا. صرف هڪ ڀيرو گهر جي ٻين ڀاتين، دريءَ مان ليئو پائي ٻاهر نهاريو. نئون جوڙو اڃا ٻه ٻاهر بيٺو هو. ڪجھ دير، ائين ئي، دروازو وري کلڻ جي انتظار ۾، هو اُتي بيٺا رهيا. وري پوءِ هڪ ٻئي ڏانهن نهاريائون. ۽ پوءِ، جڻ ڪنهن فيصلي تي پهچڻ جي انداز ۾، جلدي جلدي ڊگها ڊگها قدم ڀريندا، هو ٻئي، اُن گهر جي ٻاچي کان اوجهل ٿي ويا.

اُن بعد ڪجھ ٻه خاص ڪونه ٿيو... ٿيو ته بس ايترو ئي ته ٻڍيءَ پنهنجي پٽيءَ جي ويجهو اچي، بيحد نرم آواز ۾ چيو، "هنن ويچارن کي اندر ته اچڻ ڏيو ها."

اِن تي، بنا ڪن لفظن جي اِستعمال جي، ٻڍي غصي ۾ ڀريل ڳاڙهين اکين سان پنهنجي جوءِ ڏانهن اِئين ته نهاريو، جو هوءَ سهمجي ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي.

ٻڍي جو پٽ هاڻي پنهنجن ساهرن ۾ وڃي رهڻ لڳو هو. پيءُ جي حُڪم مطابق هن وري ڪڏهن ٻه پنهنجي گهر جو دروازو نه کڙڪايو.

ائين، ڪنهن ڪنهن، شايد پيءُ کي چيڙائڻ خاطر، يا وري شايد گهر جي ٻين ڀاتين کي ڏسڻ خاطر، هو زال سان گڏ پنهنجي ڪالونيءَ مان لنگهندو هو. گهر وارا تڏهن دريءَ جي پردي کي ٿورو هٽائي، ڪين لڪي لڪي ڏسندا هئا. پر گهر جو ڪو به ڀاتي، ڪڏهن به ايتري همت نه ڪري سگهيو، جو پڻهي جي حڪم جي انحرافي ڪري، هو اُنهن ٻنهي سان ڪڏهن به اکر ڳالهائي به سگهي."

۽ ائين ئي، وقت گذرڻ سان، هڪ ڏينهن، گهر وارن تائين اها خبر پهتي، ته سندس ننهن جي ڊليوري ٽيڻ واري آهي، ۽ گذريل هڪ ٻن ڏينهن کان، ڇوڪريءَ کي سندس پيڪن، ويم گهر ۾ داخل ڪرايو آهي.

پڻهي پڌو ته سڀ، پر هن پنهنجي خاموشي نه ٽوڙي. کيس لڳو ته هاڻي ٽوري به جذبات يا دلِ ڏيڪارڻ جو مطلب هو، پٽ جي سامهون سندس شڪست. ان ڪري، ڪنهن مضبوط قلعي جيان هو پنهنجي ارادي، خواه فيصلي تي اٽل رهيو.

۽ هاڻي بس، ٻه چار ڏينهن اڳ ئي، پاڙي جي هڪ ڇوڪريءَ کين اچي ٻڌايو، ته سندن ننهن هڪ پٽ کي جنم ڏنو آهي.

بس، اُن گهڙيءَ کان وٺي، پڻهو پاڻ سنڀالي ئي نه پئي سگهيو. پٽ سان سڀ ناتا ٽوڙڻ بعد به، پوٽي لاءِ سندس موه، کيس اندر ئي اندر ان ڳالهه لاءِ مجبور ڪرڻ لڳو، ته هو جلد ئي وڃي ۽ پنهنجو پوٽو ڏسي اچي. کيس ڪنهن پتڪڙي گڏي جيان پنهنجي گود ۾ کڻي، اُنس چمين جو وسڪارو ڪري ڇڏي. پر وري ٻيءَ گهڙيءَ کيس لڳو، ته سندس ائين ڪرڻ سان ماٺهو کلندا، يا وري سندس پنهنجو پٽ ئي شايد ان ڳالهه جو کيس طعنو هڻي ڪڍي، ته جڏهن اسان سان توهان ناتا ٽوڙي ڇڏيا آهن، ته پوءِ اسان جي اولاد سان توهانجو ڪهڙو مطلب؟ تڏهن وري پڻهي، ڪافي سوچ ويچار ڪانپوءِ، هڪ يوجنا ٺاهي. هن طئہ ڪيو، ته ويم گهر ۾ هو صرف اُن وقت ويندو، جڏهن ماڻهن جي گڏجڻ جو ٽائيم نه هوندو. ۽ تڏهن ڪنهن نرس جي مدد سان، اُن ڪمري ۾ وڃي هو پوٽي کي ڏسي ايندو، جنهن ڪمري ۾ اسپتال وارا، ننڍن پينگهن ۾، ٻارن کي الڳ سنڀاري ڇڏيندا آهن.

پر ٻڍي جي اها يوجنا پوري طرح ڪامياب نہ ٿي سگهي. اول تہ ويمر گهر جي اندر گهڙڻ جي لاءِ، هن کي دربان جي ڪافي خوشامند ڪرڻي پيئي، پوءِ وري جيئن تيئن منٿ ٻهجي، هن نرس کي پنهنجو پوتو ڏيکارڻ لاءِ منٿ ڪئي. سندس وڏي عمر جو لحاظ رکي، نرس صرف پريان کان ئي کيس پنهنجو پوٽو ڏسڻ ڏنو. حالانڪ، اُن گهڙيءَ ٻڍي جي من ۾ ايترو تہ اُتساهہ پرجي آيو هو، جو سندس دل ٿي هڻي، تہ نرس، جي ٻار کي ڪڇ ۾ کڻڻ جي اِجازت نٿي ڏئي، تہ پرواهہ ناهي، پر ٻار جي نرم نرم ريشمي وارن تي هٿڙو تہ گهمائڻ ڏئي. اهو سوچي هن جڏهن نرس جي سامهون اهڙي تجويز رکي، تہ نرس، اِهو چوندي کيس انڪار ڪيو، تہ توهان گنجڻ جي وقت اچجو، پوءِ توهان ٻار کي ڀلي ڪڇ ۾ بہ کڻي سگهو ٿا. باقي هينئر هوءَ کيس اهڙي اجازت نہ ڏيئي سگهندي.

ويچارو منهن کڻي، ٻڍو ويمر گهر کان ٻاهر نڪري آيو. ٻاهر اچي کيس وري اِن ڳالهہ جو ڏک ٿيڻ لڳو، تہ ٻار کي ڪڇ ۾ کڻڻ جي لالچ ۾، هو ٺيڪ طرح سان سندس شڪل بہ نہ ڏسي سگهيو، تہ سندس مهانڊو ڪنهن تي آهي، يا وري شڪل ڪيئن ٿي لڳيس؟

پر کيس وري ان ڳالهہ جي خوشي بہ محسوس ٿيڻ لڳي تہ هن هينئر جيڪي بہ ڪجهہ ڪيو، اُن جي خبر نہ سندس گهر وارن کي پيئي، ۽ نہ سندس نهن ۽ پٽ کي ئي.

۽... اڄ، اُن ڳالهہ جي ٻئي ڏينهن ئي، هن ڏٺو تہ پٽس شايد پنهنجي زال کي اسپتال مان ڊسچارج ڪرائي، کيس گهر ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو ۽ ويندي ويندي، پيءُ کي ڏسي، هن ڪنڌ ٻئي پاسي ڪري ڇڏيو هو.

بس، اُن گهڙيءَ بعد، ٻڍي کي نہ ڄاڻ ڇا ڇا محسوس ٿي رهيو هو. پوٽي جو موهہ، جڻ ڪنهن ريشمي ڌاڳي سان کيس ٻڌي، پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو هو.

مندر ۾ بہ، اڄ هن جو من ڪونہ ٿي لڳو. نہ تہ جڏهن کان ٻڍو رٽائر ٿيو آهي، تڏهن کان ڪافي ڪافي دير تائين، ٻين ٻڍن سان گڏ، هو مندر ۾ ويٺو ئي هوندو آهي. ۽ اُتي ڌرمي ڳالهين سان گڏو گڏ، ملڪ جي حالتن ۽ بدنام ٿيندڙ راڄنيتيءَ جي باري ۾ ڳالهيون يا بحث مباحثو

ڪندا رهندا هئا.

پر اڄ ٻلڊي جو، اهڙيءَ ڪنهن ٻ ڳالھ ۾ من ڪونہ پئي لڳو. اڄ هو جلد ئي مندر مان ٻاهر نڪري آيو.

ٻاهر اچي، پنهنجي گهر وڃڻ جي بجاءِ ٻلڊي جا قدم، پنهنجو پاڻ، ٻر واري ڪالونيءَ ڏانهن وڌڻ لڳا. هو سڌو پنهنجي پٽ جي ساهري گهر ڏانهن وڃڻ لڳو.

اُتي پهچي، هن هڪ ٻيرو هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. ڪنهن جو بہ ڌيان ڏانهس ڪونہ هو. تڏهن وري هو اُن گهر جي دريءَ ڏانهن وڌي ويو، ۽ چورن جيان، هن دريءَ مان اندر ليئو پائي ڏٺو.

دريءَ جي ٻر واري پلنگ تي، ڪنهن هلڪي ڪپڙي ۾ ويڙهيل هڪ ننڍڙو ٻار سمهيو پيو هو. گهر جا هڪ ٻہ ڄڻا اُن ڪمري ۾ موجود هئا، پر دريءَ ڏانهن سندن پٺ هئي.

ٻلڊي جي من ۾ آيو تہ دريءَ مان ئي هٿ وڌائي، پنهنجي پوٽي جي نرم نرم وارن تي هڪ ٻيرو هٿڙو ڦيري.

۽ ائين ڪرڻ لاءِ، هن پنهنجو هٿ دريءَ طرف وڌايو بہ، پر ٻيءَ ڪن، نہ ڄاڻ ڇا سوچي، هن پنهنجو هٿ واپس ڪڍي ورتو. ٻلڊي کي لڳو، تہ ڪيڏي نہ عجيب ڳالھ آهي، يا ڪيڏي نہ ڏکوئيندڙ حالت آهي، جو پنهنجي ئي پوٽي کي ڇُهڻ لاءِ، کيس چورن جيان ڪوشش ڪرڻي پيئي پوي.

سندس اکيون ٻرجي آيون. هو سمجهي نہ پئي سگهيو، تہ کيس اڄ ڇا ٿي ويو آهي. پنهنجي پٽ سان تہ هن سڀ ناتا ٽوڙي ڇڏيا هئا. پوءِ پنهنجي پوٽي جو موھ، کيس هتي ڇو ڇڪي آيو آهي؟

هو ڪجھ بہ طئہ نہ پئي ڪري سگهيو، تہ هاڻي هو ڇا ڪري؟ هن جي اکين مان لڙڪن جي ڌارا وهي نڪتي.

تڏهن پنهنجون اکيون اُگهي، هن هڪ ٻيرو وري دريءَ اندر ليئو پائي ڏٺو. پنهنجي ڏاڏي جي موھ، ممتا کان بيخبر، ٻار اڃا بہ آرام سان سمهيو پيو هو.

تڏهن اوچتو ٻلڊي جي نگاھ، اُن گهر جي دروازي ڏانهن کڄي ويئي، جتي سندس پٽ، نجاڻ ڪڏهن کان اِهو سڄو رنگ ڏسي رهيو هو.

# جهوريءَ جهوري جند

رات هو بيحد رنو هو.

سڄي رات، پنهنجي ئي ڪمري ۾ ليٽي ليٽي، زيرو بلب جي جهڪي روشنيءَ ۾، هو اُن فوٽي ڏانهن نهاريندو رهيو هو، جنهن ۾ سندس سڄو ڪٽنب ويٺل هو. سندس چارئي پٽ تڏهن اڃا ننڍا هئا، ايترا ننڍا، جو هڪ کي تہ هن پنهنجي ڪڇ ۾ ويهاري فوٽو ڪڍايو هو.

اُهو ئي پٽ، سندس چوٿون پٽ، جنهن کي، هو فوٽي ۾ ڪڇ ۾ ويهاري ويٺو هو، اڄ ڪانٽس الڳ ٿي ويو هو- کيس جڻ اُن ڳالهہ تي اعتبار ئي نہ پئي آيو.

ائين هميشہ ٿي ٿيو هو، جڏهن جڏهن بہ ڪو پٽ ڪانئس الڳ ٿيندو هو، تہ کيس اُن ڳالهہ تي اعتبار ئي نہ ايندو هو.

دراصل، هن ڪڏهن اهو سوچيو بہ ڪونہ هو، تہ جن پٽن کي لڪائي، پڙهائي هن وڏو ڪيو هو- لائق ڪيو هو، اُهي، ڪن ننڍين ننڍين معمولي ڳالهين جي ڪري، ڪانئس الڳ ٿي ويندا.

اڄ بہ، جڏهن سندس ننڍي ۾ ننڍيو پٽ بہ ڪانئس الڳ ٿي ويو هو، تڏهن کيس لڳو هو، تہ جڻ هو ڪو اُٺ وٺندڙ سپنو ڏسي رهيو آهي. کيس اُن ڳالهہ تي اعتبار ئي نہ پئي آيو، تہ اُهو پٽ، جنهن کي بہ سال ڪن اڳ، هن ڏاڍ ڏوڙ سان پرڻايو هو، سو ائين ئي، ايترو جلدي، ڪانئس الڳ ٿي ويندو. ٻڪ ڪرڻ لاءِ، هن پنهنجي ٻڍي چمڙيءَ کي چهنبڙي پائي ڏٺي. سندس گهنجيل چمڙيءَ تي پاتل اُن چهنبڙيءَ سان کيس ڪجهہ سور محسوس ٿيو، تڏهن وڃي کيس اُن ڳالهہ تي اعتبار آيو پڪ ٿي، تہ هو ڪو سپنو ڪونہ ڏسي رهيو هو... سچ پچ سندس چوٿون پٽ، اڄ ڪانئس الڳ ٿي ويو هو.

تڏهن زيرو بلب جي اُن ڪمزور ۽ جهڪي روشنيءَ ۾، فوٽي ڏانهن

نھاريندي، سندس بي رحم ماضي، سندس اکين آڏو ڦرڻ لڳو، ته ڪيئن نه ماستريءَ جي معمولي پگھار مان ھن، پنھنجي پيٽ تي پٿر رکي به، پنھنجن ٻارن کي لکائي پڙھائي لائق ڪيو ھو، ۽ ڪيئن نه گھر جي ڪمزور مالي حالت کي سنڀالڻ لاءِ، ھن ٻين جي ٻارن کي ٽيوشنون ڏنيون، روشن ڀڄاڻ جي ڪن سھڻن سپنن خاطر، پنھنجي جوانيءَ کي ٽڪائي ڇڏيو ھو، ۽ ڪيئن نه پاڻ صرف اڇي ڪپڙي ۾ ڍڪجي به، ھن ھميشه ٻارن کي سڀالو رکيو ھو.

۽ اڄ، جڏھن ھو رٽائر ٿيڻ جي ويجھو اچي پھتو آھي، تڏھن، اُھي سڀ پٽ ڪاٿس الڳ ٿي ويا آھن، جن جي سھاري، ھن پنھنجو ڀڄاڻ، سک سان گذارڻ جو ھڪ رنگين سپنو ڏٺو ھو.

تڏھن وري ليٽئي ليٽئي ھن کان ھڪ ٿڌو ساھ نڪري ويو. اڄ جي اُنھن گھڙين کي ھو وساري ئي نه پئي سگھيو، جڏھن، ٻارھين مھيني جي پنھنجي ننڍڙي پوٽي کي ھنج ۾ کڻي، ھو ڪيس منيون ڏيئي رھيو ھو، جو ويندي ويندي، سندس ننھن سندس ٻاڪر مان کسي، ٻار کي پنھنجين ٻانھن ۾ ڀري ورتو ھو. تڏھن کيس لڳو ھو، ڄڻ رھيو، کھيو سڀ ڪجھ ڪاٿس کسجي ويو ھو.

اُن بعد، سندس ننھن پٽ ٻنا ڪجھ ڳالھائڻ جي ڏاڪڻ لھي ويا ۽ ڪڏھن ٽئڪسيءَ ۾ چڙھي پنھنجي ماڳ روانا ٿي ويا. اُھو سڀ ھو ڏسي ئي نه سگھيو. جاڻي ٻجھي، اُن وقت ھن ڪڙڪيءَ کان ٻاھر نه نھاريو ھو. کيس خبر ھئي، ته اڳ به، ان ئي گھر مان سندس ٻي پٽ الگ ٿيا ھئا. ۽ تڏھن، جڏھن جڏھن به ھن دريءَ مان ليٿو پائي ٻاھر نھاريو ھو، تڏھن تڏھن کيس لڳو ھو، ڄڻ ڪنھن ماليءَ جو باغيچو ڪو لٽي ... ئي ويو ۽ مالھي، ويچارو ٻڌجي، اُنھن گلن ڏانھن نھاريندو ئي رھجي ... .

جن گلن جي خوشبوءِ اڃا ھن خود ئي ڪاڻ ورتي ھئي.

تڏھن وري کيس پنھنجي زال جي ياد آئي. کيس لڳو، ته ٻئي ڪمري ۾ ٻڍي به پڪ ئي پڪ، منھن مونن ۾ وجھي سڏڪا ڀريندي ھوندي. ھڪ ڀيرو آئي، ھو ٻئي ڪمري ڏانھن ويو. ڏٺائين، ٻڍي اڃا جاڳي پئي. ٻنھي، تڏھن صرف ھڪ ٻئي ڏانھن نھاريو. لفظ نه سندس وات مان نڪتا، ۽ نه ٻڍيءَ جي مک مان. ڄڻ ٻنھي جي اکين پنھنجي گونگي

بولۍ ۾، هڪ بئي سان ڪجھ ڳالهايو، ۽ هو وري، پنهنجي ڪمري ۾ موٽي اچي ليٽي پيو.

۽ پوءِ... فوٽي ڏانهن نهاريندي نهاريندي، خبر ناهي ڪڏهن ڪيس ننڊ اچي ويئي.

صبح جو اسڪول وڃڻ تي ﭔ سندس دل نہ پئي ٿي. پر جڏهن عادت مطابق سندس لاءِ ڪوسو پاڻي سنان ڪوٺيءَ ۾ رکي، ﭔڍيءَ ٽوال آڻي سندس سامهون رکيو، تڏهن بي دليو ٿي هن سنان ڪيو. سنان بعد ﭔ، پوڄا وغيره ڪندي ڪيس لڳو، ڄڻ لس ٿي لس، هو اُهي منتر اُچاري ويو، جيڪي هو روز سنان بعد اُچاريندو هو، پر اڄ هن جو من پوڄا ۾ لڳو ٿي ڪون هو. اڄ ڀهريون ڀيرو سندس من ۾ هڪ ناستڪ سوال اُٿيو هو. ڇا ڀڳوان سچ پچ آهي؟ يا اسين انهن ٿي وينا اونده ۾ هٿ هڻون؟

پر، ڪافي ڪوشش بعد ﭔ، هو اُن جو جواب خود ٿي ڳولهي نہ سگهيو، ۽ پوڄا ڪرڻ بعد، ناشتو وغيره ڪري، چپ چاپ پنهنجي پراڻي سائيڪل ڪئي، هو هميشہ الڳ اسڪول ڏانهن وڃڻ لڳو.

رستي تي ويندي ويندي هو سوچڻ لڳو ۽ هو ڇو ماستري ڪري رهيو آهي؟ اڄ تائين هن ڪنهن جي خاطر ماستري ڪئي هئي؟ ڪنهن جي لاءِ ڪمايو هو؟ پر من مُندل هئڻ ڪارڻ، ڪافي سوچڻ بعد ﭔ، هو اُنهن سوالن جا جواب خود ڪي نہ ڏيئي سگهيو.

اسڪول ۾ پهچڻ تي ﭔ ڪيس لڳو، تہ هو ڇا پاڙهي سگهندو اڄ؟ ڪيس تہ اِهو ﭔ ياد ڪون هو، تہ ڪالھ تائين هن ڪيترو ڪورس پورو ڪرايو هو. ڪالھ ڪهڙو سبق هو اڌ ۾ ڇڏي آيو هو.

پرارٿنا (دعا) ۾ ﭔ هو چپ چاپ بيٺو رهيو. ٻين جيان پرارٿنا جي لفظن کي دهرائڻ بجاءِ هو صرف هال ۾ لڳل نيتائن ۽ مهاتائن جي مورتن ڏانهن نهاريندو رهيو.

پرارٿنا پوري ٿيڻ بعد، هو چپ چاپ پنهنجي ڪلاس ڏانهن وڌي ويو. ڇوڪرن جي حاضري وٺڻ بعد، هن مانيٽر ڏانهن اِشارو ڪري پڇيو، "راجو، ڪالھ ڪيستائين پهتا هئاسين؟"

مانيٽر وچان جواب ڏنو، "سر، ڪالھ گوتم ﭔڌ وارو پاٺ (سبق) اڌ ۾ ڇڏيو هوسين.

"هون." هن صرف ايترو ئي چيو، ۽ پوءِ ٻارن ڏانهن نهاري چيائين، "پنهنجا پنهنجا ڪتاب کوليو."

سڀ ٻار گوتم ٻڌ وارو پاٺ کولي، پنهنجي ماستر جي اُن ڇهري ڏانهن نهارڻ لڳا، جو ڪين اڄ بيحد اُداس پئي لڳو.

تڏهن هن وري پاڙهڻ شروع ڪيو، "گوتم ٻڌ، پنهنجي جوانيءَ ۾ ڪجھ اهڙا نظارا ڏٺا، جو کيس لڳو، تہ هيءَ سنسار سڀ ڪوڙ آهي. مٿيا آهي. صرف هڪ سهڻو سپنو آهي. سنسار ۾، گرهست ۾ رهي، سچي سک جي ڳولها، هڪ طرح جي مرگهہ ترشنا آهي. اُن ڪري دنيا جي مڙني ڪوڙن سکن ۽ سٽائينڊرڊ ڏکن تي، شانت چت سان سوچ ويچار ڪرڻ بعد، هن فيصلو ڪيو تہ ويراڳ وٺڻ ئي، اُنهن مڙني مسئلن جو حل آهي، ۽ پوءِ، موھ مايا جو تياڳ ڪري، هڪ رات هوُ پنهنجا سڀ محل ماڙيون ڇڏي، نرواڻ جي ڳولها ۾ نڪري پيو." ايترو چئي، هو ڪجھ دير لاءِ چپ ٿي ويو.

پنهنجي ماستر کي چپ ڏسي، هڪ ڇوڪريءَ ڪانئس سوال ڪيو، "سر، سنسار کان پاسو ڪري، زال ۽ اولاد جي موھ کي تياڳي، چپ چاپ گھر ڇڏي نڪري وڃڻ. ڇا ڪائرتا ناهي؟"

ڇوڪريءَ جي ان سوال تي، هن کان هڪ پيرو ڇرڪ نڪري ويو. پر پوءِ پاڻ سنڀاليندي چيائين، "سنسار يا موھ ئي سڀ ڪجھ نہ هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اِنسان ڪن خاص ڪارڻن جي ڪري بہ، سنسار مان ٻِر ٿي پوندو آهي. تڏهن کيس ڪجھ بہ نہ مٺو نہ لڳندو آهي. کيس لڳندو آهي، سڀ ڪوڙ آهي، سڀ مٿيا آهي."

اُن تي ڇوڪريءَ وري پنهنجو دليل رکيو، "چڱو سر، اهو ٻڌايو، اڄ جي زماني ۾ بہ، اِنسان جي من ۾، تياڳ جي اُها ڀاونا اُجاگر ٿي سگهي ٿي؟"

"ها، پڻ ٿي سگهي ٿي. حالانڪ سڀ گوتم ٻڌ نٿا ٿي سگهن پر، سنسار مان موھ تہ گھٽ جو ٿي نڪري ويندو آهي ڪارڻ ڀلي اُنهن جا الڳ الڳ هجن."

"جيئن تہ؟" ڇوڪريءَ وري وچ ۾ سوال ڪيو.

ان سوال تي هوُ ڪجھ گهڙين لاءِ مُنجهي بيهي رهيو. [illegible]

يڪدم پاڻ سنڀالي چوڻ شروع ڪيائين، "جيئن ته.... جيئن ته ڪنهن کي چار پٽ هجن، جن مان هو آئيندي جون وڏيون اميدون لڳايو ويٺو هجي، سهڻا سپنا سجايو ويٺو هجي، پر وڏا ٿي، انهن مان هڪ به پٽ ساڻس گڏ رهڻ پسند نه ڪري... سڀ، هڪ هڪ ٿي، ڪاٽس الڳ ٿي وڃن. ان شخص جي لاءِ سوچي ڏسو... سنسار ۾ باقي ان لاءِ ڇا وڃي رهندو؟"

هن شايد اڃا به وڌيڪ ڪجھ ڳالهائڻ چاهيو ٿي، پر وچ ۾ ئي هڪ ڇوڪري ڳالهائڻ شروع ڪيو، "سر، هرو ڀرو ائين ڪونه هوندو. ڪنهن جا سڀ پٽ هڪجهڙا ٿوريئي هوندا. ڪي ته پيءُ سان گڏ رهڻ پسند ڪندا به، ڪيئن سر؟"

ان سوال تي هن جو من ڀرجي آيو. چيائين، "نه، ائين ڪونهي.... مونکي ئي ڏسو نه. مونکي چار پٽ آهن. هڪ هڪ ڪري، ٿي ته اڳ ۾ ئي جدا ٿي ويا هئا، پر ڪالھ.... ڪالھ چوٿون به مون کان الڳ ٿي ويو."

"اڇا؟" ڇوڪري حيرت مان پڇيو، "ڇو؟ سڀ توهان کان الڳ ڇو ٿي ويا، سر؟ ڪارڻ ڇا هو؟"

"ڪارڻ؟" ايترو چئي هن هڪ ڀيرو ڇت ۾ نهاريو. پوءِ وري ان ڇوڪري ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳو، "ڪارڻ توهان کي ٻڌايان؟"

"ها، سر ٻڌايو نه." ان ئي ڇوڪري چيو.

تڏهن هڪ ٿڌو ساھ کڻي هن چيو، "ڇڱو، ويھ ته ٻڌايانوَ ٿو."
ايترو چئي جڻ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائڻ جي انداز ۾، هن هڪ ڀيرو وري ڇت ڏانهن نهارڻ شروع ڪيو. پوءِ هو ڇت ڏانهن نهاريندو ئي رهيو. نهاريندو ئي رهيو.

ڪافي دير تائين پنهنجي ماستر کي ڇت ڏانهن نهاريندو ڏسي، آخر هڪ ڇوڪري چئي ڏنو، "ٻڌايو نه، سر."

پر ماستر وٽان ڇوڪري کي ڪوبه جواب نه مليو.

تڏهن ڪلاس جو مانيٽر اٿي، ماستر جي ويجهو ويو. ڏٺائين، ته ڇت ڏانهن نهاريندي نهاريندي، ماستر جون اکيون کليل جون کليل رهجي ويون هيون.

ماستر مري چڪو هو.

مانيٽر ڊوڙندو ڊوڙندو وڃي هيڊ ماستر کي سڏي آيو. هيڊ ماستر سان گڏ، ٻيا ٻه ڪجهه ماستر ڊوڙندا اندر آيا. سڀ چپ چاپ هن جي شانت سرير ڏنهن نهارڻ لڳا. مانيٽر، هيڊ ماستر کي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي.

هيڊ ماستر ۽ ٻيا ماستر، مانيٽر جي ڳالهه ٻڌي، وائڙن وانگر، اُن شخص ڏانهن نهارڻ لڳا، جو هڪ ڏکوئيندڙ ڪهاڻي، ڪنهن لڪل راز جيان، پاڻ سان گڏ هميشه لاءِ کڻي وڃي رهيو هو.

۽ هوڏانهن ٻيا ڇوڪرا، چپ چاپ پنهنجين ڪرسين تي ويٺا، ڪنهن ڪتاب ۾ ڇپيل گوتم ٻڌ جي تصوير کي ڏسي رهيا هئا، ته ڪنهن پنهنجي ماستر جي لاش ڏانهن نهاري رهيا هئا، جو ڪرسيءَ تي ويٺي ويٺي، جڙ اڃا به ڇت ڏانهن نهاري رهيو هو.

# ڪلهه تي سمهيل مستقبل

صبح کان ٻئي ڄڻا چپ چاپ ويٺا هئا. وچ وچ ۾ ٻنهي هڪ ٻه ڀيرا پوڙهي کان روئڻ ٻوٽيءَ لاءِ پڇڻ آئي هئي. ٻر پوڙهو ور ور ڪري هڪ ئي جملي جي رٽ لڳايو ويٺو هو، ته ڪيس اڃا ٻڪ ڪانه لڳي آهي.

صبح ڇهين وڳي سندس پٽ وڪرم گهران نڪري ويو هو. ويندي ويندي گهر وارن کي هو صرف ايترو ٻڌائيندو ويو هو، ته اڄ ڪاليجي ڇوڪرن 'شهر بند' هڙتال جي اپيل ڪئي آهي. سو اهو چڪاسڻ لاءِ هو شهر وڃي رهيو آهي ته ڪٿي ڪو دوڪان وغيره کليو ته ڪونهي ۽ ها، واپس موٽڻ ۾ ڪيس جي دير ٻه ٿئي، ته گهر وارا ويچار نه ڪن.

ان بعد، ايتري ته ڦرتيءَ سان، اسڪوٽر ڪڍي، هو گهر مان نڪري ويو، جو پوڙهي کي اهو ٻه پڇڻ جو موقعو نه مليو، ته ڀائي ڪهڙي ڪارڻ شهر بند ڪرايو اٿو؟ جي توهان ڇوڪرن جو ئي پاڻ ۾ ڪو جهڳڙو آهي ته ويچارن شهر وارن کي ڇو ٿا تنگ ڪريو؟ وغيره وغيره.

هونئن پوڙهي کي شڪ هڪ ڏينهن اڳ ئي پئجي ويو هو، جڏهن وڪرم ڪنهن جو اسڪوٽر گهر کڻي آيو هو. اڪثر ائين ئي ٿيندو رهيو آهي، ته جڏهن جڏهن ٻه ڪاليج جي ڇوڪرن جي ڪا هڙتال- ٻرتال ڪرڻ جي يوجنا هوندي آهي، تڏهن وڪرم، ڪنهن نه ڪنهن جو اسڪوٽر گهر کڻي ايندو آهي. ۽ ڇوڪرن جو ليڊر هئڻ جي ناتي، صبح ساڻ ئي گهران نڪري ويندو آهي. پوءِ بس، سڄو ڏينهن اسڪوٽر تي، هتان کان هتي، هتان کان هتي- نه ڄاڻ ڪٿي ڪٿي چڪر ڪاٽيندو رهندو آهي.

پوڙهي کي ياد آيو ته هو ڪيڏو خوش ٿيو هو اُن ڏينهن، جڏهن سندس پٽ وڪرم ڪاليج جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو هو. تڏهن کان اٽڪل ڏهن ٻارهن ڏينهن تائين، ٻڌي آفيس ۾ جڻ ڪم ئي ڪونه

ڪيو. ٿوري ٿوري دير بعد هو پنهنجي ڪرسي ڇڏي، ڪنهن نہ ڪنهن ڄاتل سڃاتل جي پر ۾ وڃي ويهندو هو. ٻن ٽن اوٻارن- لهوارن کان پوءِ، پوڙهو اڳلي کي فخر وچان ٻڌائيندو هو، تہ سندس پٽ وڪرم هاڻي ڪاليج جو ليڊر چونڊيو ويو آهي، چونڊن ۾ تمام گهٽائي سان ڪامياب ٿي آيو آهي.

پوڙهي جي اها رڳ اُن حد تائين وڃي پهتي، جو هڪ ٻن سنگتين کي، ٻل وچان، جڏهن هن اها ڳالهہ ٻيهر ٻڌائي تہ هنن بہ طنز وچان کيس چئي ڏنو- "اوه! اها ڳالهہ تہ اڳيئي ٻڌائي چڪو آهين."..... تڏهن پوڙهي پنهنجي اُن ٻل تي بس ٿورو مرڪي ڏنو هو.

حقيقت ۾ پوڙهو گهڻو پري جي سوچي ويٺو هو. هن سوچيو، تہ وڪرم في الحال تہ ڪالينج جون چونڊون کٽي آيو آهي. ٿورو ترسي ميونسپل جي چونڊن ۾ کيس بيهاريو. ۽ پوءِ ائين وڌندي وڌندي هڪ ڏينهن سندس پٽ تمام وڏو ماڻهو ٿي ويندو.

پر پوڙهي جو اُهو سپنو، جلدئي، اُن ڏينهن ٽٽي پيو، جنهن ڏينهن، وڪرم جي چونڊجي اچڻ کان پوءِ، ڪاليج جي ڇوڪرن ڪنهن ليڪچرار سان ٿيل جهڳڙي جي ڪارڻ هڙتال ڪئي هئي. تڏهن معاملي وڌي وڃڻ ڪري، ڪاليج وارن کي پوليس گهرائڻي پئي هئي. ۽ انهن ئي ڏينهن، پوليس سان ٿيل ڇڪريءَ ۾ سندس پٽ جي گوڏي ۾ فريڪچر ٿي پيو هو. ۽ اُنهن ٽن مهنن جي دؤران پوڙهو اسپتال جا چڪر ڪاٽيندي ڪاٽيندي ڪٽ ٿي پيو هو.

تڏهن، اُنهن ئي ڏينهن، پوڙهي کي احساس ٿيو هو، تہ سندس پٽ نيتا بڻجي سٺو نہ ڪيو آهي. پنهنجا هڏ گڏ تہ ڀڃا ئي ائس، پر گهر وارن کي خفي ۾ وڌو ائس- سو الڳ.

..... ۽ تڏهن پوڙهي سوچي ڇڏيو هو تہ وڪرم جو ڪاليج ڇڏائي، هاڻي هوُ کيس ڪا نوڪري- ٻوڪري ڳولهڻ لاءِ چوندو. پر پوڙهي ٻيءَ جو اهو ويچار وڪرم کي سٺو نہ لڳو هو. سندس چوڻ هو تہ چڱي خاصي ڊويزن ۾ پاس ٿي، هو ڪنهن سٺي عهدي تي لڳڻ ٿو چاهي. ڪاليج جي نيتا هئڻ جي ڪارڻ سندس ايتري تہ ڄاڻ سڃاڻ آهي ئي، جو کيس نوڪري ڳولهڻ ۾ ڪا خاص تڪليف ڪانہ ڪرڻي

پوندي.

تڏهن پوڙهيءَ بہ ڪنهن ٻيءَ ضد نہ ڪيو هو. نوڪري تہ هو خود بہ ڪري رهيو هو. رٽائر ٿيڻ ۾ اڃا تہ چار پنج سال باقي هئس. پئسي ڏوڪڙ جي بہ ڪيس هروڀرو ڪا پرواهہ ڪانہ هئي. جيڪي ڪجهہ گهر ۾ آيو پئي، اُن مان آرام سان گذر هليو پئي. پوڙهي جو ڪٽنب بہ ڪو خاص وڏو ڪونہ هو. ڪين بس بہ ٻار هئا. هڪ پٽ وڪرم ۽ هڪ ڌيءَ. چئن ڀاتين جو ننڍڙو ڪٽنب. ڇوڪرو وڪرم وڏو هو. ڇوڪري اڃا ڏهين ڪلاس ۾ هئي. پوڙهي اڳ ۾ ئي سوچي ڇڏيو هو، ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي شادي گڏ ئي ڪندو. هڪڙئي ئي خرچ ۾ سڀ ڪجهہ ٿي ويندو. تيسين شايد هو رٽائر بہ ٿي چڪو هوندو. ۽ تڏهن وڪرم ڪمائيندو ۽ اسين ٻئي سرٻر ويٺي ويٺي آرام سان، حياتيءَ جا باقي ڏينهن ڪٽي ولنداسين.

اهڙا ڪيترائي مستقبل جا سپنا، پوڙهي من ئي من ۾ سجائي رکيا هئا.

پر ڪالهہ وري وڪرم جي ڪاليج ۾ هنگامو ٿي پيو.

ڪاليج جي اسٽاف جو چوڻ هو، تہ هڪ شرارتي ڇوڪري پروفيسر جي ڳل تي چماٽ وهائي ڪڍي هئي. ۽ هوڏانهن ڇوڪرن جو چوڻ هو تہ اها ڳالهہ غلط آهي. چماٽ تہ اول پروفيسر هي هئي. ان ننڍڙي ڳالهہ تان ڪنراڳ ايڏو تہ وڌي ويو، جو ڇوڪرن هڙتال جو اعلان ڪندي، اُن ڳالهہ جي گهر ڪرڻ شروع ڪئي تہ جيسين اُن چماٽ هڻڻ واري پروفيسر کي، ڪاليج مان نہ ڪڍيو ويو آهي، تيسين ڪوبہ شاگرد ڪلاس ۾ داخل نہ ٿيندو.

ڏسندي ئي ڏسندي، اُنهن ڇوڪرين جي پٺڀرائيءَ ۾، ٻين ڪاليجن جا ڇوڪرا بہ هڙتال ۾ شامل ٿي ويا.

وڪرم، اسڪوٽر کٽي، شهر ۾ اها پڪ ڪرڻ ويو هو، تہ ڪو دوڪان وغيرہ کليو تہ ڪونهي.

منجهند جا ٻارهن وڄي چڪا هئا. پر وڪرم واپس ڪونہ آيو هئو.

'شهر بند' جي ڪارڻ وڪرم جي ننڍي ڀيڻ بہ جلدئي موٽي آئي هئي. اسڪول بہ سڀ بند ڪيا ويا هئا. هوءَ تہ اسڪول مان موٽي ۽ ٿوري نيرڻ- ٻيرڻ ڪري ليٽي پيئي. پر پوڙهي ۽ پوڙهيءَ اُن انتظار ۾ ڪجهہ بہ

ڪونہ ٿي ڪاڏو، تہ اڳو پوءِ وڪرم موٽي اچي، تہ گڏجي ويهي ڪائينداسين.

تڏهن جيئن ئي ڪالونيءَ ۾ ڪنهن اسڪوٽر وغيره جو آواز ٿي آيو تہ هن جا ڪن کڙا ٿي پيا، تہ شايد وڪرم اِيندو هجي. پر جڏهن اهو اسڪوٽر سندن گهر وٽان اُئين ئي لنگهي ٿي ويو، تڏهن وري هو اُداس اُداس، صرف گهڙيال جي ڪانٽن ڏانهن نهاري، چپ ڪري ويهي ٿي رهيا.

وچ وچ ۾ ڪالونيءَ جا ڇوڪرا ضرور اها رپورٽ ڪئي ٿي آيا تہ 'شهر بند' پوريءَ طرح ڪامياب ويو آهي. دوڪان تہ ڇڏ، ڪو گاڏو بہ شهر ۾ نظر نٿو اچي.

پڻس کي ڪجھ سمجهيو ئي ڪونہ پئي. هو اهو طئہ نہ پئي ڪري سگهيو، تہ ڇوڪرن جي اُن ڪاميابيءَ تي هو خوش ٿئي، يا جيڪي ڪجھ ٿي رهيو آهي، اُهو سڀ چپ چاپ ڏسندو رهي.

تڏهن، منجهند جو انڪل ٻي وڳي هڪ اسڪوٽر اچي هن جي گهر ٻاهران بيٺو. هڪ ڇوڪري اچي پوڙهي کي ٻڌايو تہ پوليس، شاگردن جي ڪن ليڊرن کي پڪڙي ويئي آهي. وڪرم کي بہ هو وٺي ويا آهن. پر توهان ڪنهن بہ قسم جو خيال نہ ڪجو. سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. مان تہ ائين ئي هتان لنگهيس ٿي، سوچيم، توهانکي اطلاع ڏيندو وڃان.... پر توهان بلڪل بي فڪر رهجو. اسين سڀ وڪرم جي پٺيان آهيون. سڀ سنڀالي وٺنداسين.

ايترو چئي اهو ڇوڪرو تہ هليو ويو. پر پوڙهي کان رهيو نہ ٿيو. جلدئي جتي پائي، ڪجھ نوٽ کيسي ۾ وجهي، هو تکڙو تکڙو وڏي پوليس چونڪيءَ ڏانهن وڃڻ لڳو.

اُتي پهتو، تہ ڏٺائين، گهڻائي ڇوڪرا ٿاڻي جي ٻاهران بيهي نعرا هڻي رهيا هئا. پوڙهو جڏهن ويجهو پهتو تہ ڪيترن ئي ڇوڪرن کيس سڃاڻي ورتو. هڪ ڇوڪري اڳتي وڌي پوڙهي کان پڇيو- "انڪل....! توهان هروڀرو ڇو تڪليف ڪئي آهي؟"

ڇوڪرن جي اُن هجوم ۾، جڻ پنهنجي وڪرم کي ڳولهيندي پوڙهي پڇيو، "ڪٿي آهي؟ وڪرم ڪٿي آهي؟"

تڏهن ٻئي هڪ ڇوڪري ڦڙتيءَ سان جواب ڏنو۔ "وڪرم کي تہ پوليس پڪڙي ويئي آهي.....!"

ڇوڪرن جي ڀيڙ کي چيريندو هو اڳتي وڌڻ لڳو، "مان اندر وڃي سائنس ڳنڍجي ٿو اچان...!"

ڀڃي جي ابتري ڇوڻ تي، ڪنهن ٻئي ڇوڪري وري پوڙهي کان سوال پڇيو، "اندر وڃي ڇا ڪندا؟"

ڇڏائي ايندو سانس..."

تڏهن نيتا لڳندڙ هڪ ڇوڪرو اڳتي وڌي آيو. تمام نرميءَ ۽ فضيلت وچان هو پوڙهي کي چوڻ لڳو، "ڏسو، انڪل.... هيءَ لڙائي، اسان جي لڙائي آهي. وڪرم اسان جو ليڊر آهي. لڙائيءَ جي وچ ۾ توهان نہ اچو، انڪل... پليز."

نهايت ئي بيوسيءَ وچان تڏهن پوڙهي چيو، "پر.... پر مونکي سائنس ڳنڍجڻ تہ ڏيو... منجهند پٽ آهي... آخر مونکي بہ تہ سائنس ڳنڍجڻ جو حق آهي... مان تہ ضرور..."

تڏهن وري هڪ ٻيو ڇوڪرو اڳتي وڌي آيو. پوڙهي جي ڳالهہ کي وچ ۾ ئي ڪپي چوڻ لڳو، "انڪل، وڪرم توهان جو پٽ ئي نہ.... پر اسان جو ليڊر بہ آهي. هو اسان جو هيرو آهي هيرو.... اسين پنهنجي هيري کي خود ڇڏائي ايندا سين.... توهان تہ بس، گهر وڃي آرام ڪريو، انڪل،.. اهو سڀ توهان اسان تي ڇڏي ڏيو."

اهوئي ڇوڪرو پوڙهي جي پٺيءَ تي هٿ رکندو ڪيس ڀيڙ مان ٻاهر ڇڪي آيو.

بيحد بيوسيءَ وچان، ٿاڻي جي مضبوط لوهي دروازن ڏانهن نهاريندو، ڳوڙهن ڀريل قدمن سان پوڙهو واپس گهر ڏانهن وڃڻ لڳو.

تڏهن ويندي ويندي، رستي تي ٻيلو سوچيندو ويو، تہ ڪهڙي نہ عجيب ماجرا آهي! هيءَ ڪهڙي لڙائي آهي، جو ڪيس پنهنجي پٽ سان بہ ڳنڍجڻ نٿو ڏنو وڃي. مونکي تہ صرف اهوئي ڏسڻو هو تہ ڪٿي پوليس منهنجي پٽ سان مار ڪٽ تہ ڪانہ ڪئي آهي.... پر هنن ڇوڪرن تہ مونکي پنهنجي پٽ سان ڳنڍجڻ تي ڪونہ ڏنو.

ٽي- چئين وڳي ڪن هڪ ڇوڪرو اسڪوٽر تي ڀڄندو ڀڄندو آيو

۽ ايترو ئي چئي هليو ويو ته وڪرم ڪي پوليس ڇڏي ڏنو آهي. هاڻي شهر جي سڀني ڪاليجن جا ڇوڪرا هڪ وڏو جلوس ڪڍي، پنهنجين گهرجن جي پنيرائيءَ ۾ پرنسپال صاحب وٽ ويندا آهين. وڪرم چوائي موڪليو آهي ته جيڪڏهن گهر پهچڻ ۾ ڪيس ڪجهه دير ٿئي، ته توهان خيال نه ڪجو.

هڪ هلڪي مرڪ پوڙهي جي چپن تي اڀري آئي. ڪيس ان ڳالهه جي خوشي ٿي ته ڇوڪرن پنهنجو وعدو نڀايو هو. هو آخر پنهنجي ليڊر کي پوليس مان ڇڏائي ئي آيا.

ان بعد پوڙهي سک جو ساهه کنيو ته ٺيڪ آهي. هاڻي هي ڇوڪرا جلوس ڪڍي پرنسپال يا ٻين ڪن آفيسرن وٽ ويندا، ۽ انهن کي ميمورنڊم وغيره ڏيئي، پنهنجي پنهنجي گهر موٽي ايندا.

پر ائين ٿيو ڪونه.

رات جو اٽڪل نوين وڳي گڙ گڙ ڪندي هڪ جيپ اچي هنن جي گهر ٻاهران بيٺي. پٺيان ڪجهه موٽرون ۽ اسڪوٽر به هئا.

پوڙهو وائڙو ٿي ويو ته هاڻي وري ڇا رهجي ويو آهن. هيءَ هيترا ڇوڪرا هتي ڇو آيا آهن؟

اوچتو آيل ان ڀيڙ کي هو وائڙن وانگر ڏسندو رهيو. ڪيس ڪجهه به سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هيءَ ڀيڙ ڇو آئي آهي؟ ۽...... ۽ ان ڀيڙ ۾ سندس وڪرم ڪٿي آهي؟

ان وچ ۾ پوڙهي ۽ وڪرم جي ننڍي ڀيڻ به ٻاهر نڪر آيون.

تڏهن هڪ ڇوڪرو جيپ مان نڪري ٻاهر آيو. تمام ڌيمي ۽ ڳوڙهي آواز ۾ هن مختصر ۾ پوڙهي کي ٻڌايو، ته هو هڪ وڏو جلوس تيار ڪري، پرنسپال جي بنگلي تي ميمورنڊم ڏيڻ ويا هئا. پر پرنسپال صاحب ڳنڍجڻ کان انڪار ڪيو. گوڙ وڌي ويو. پوليس اچي ويئي. ايتري قدر جو گوليبازيءَ جي نوبت به اچي پيدا ٿي. ۽ ان چڪر ۾ هڪ گولي وڪرم کي به لڳي ويئي. ڪجهه ڇوڪرا زخمي ٿيا آهن. انهن کي به اسين اسپتال ۾ ڀرتي ڪرائي آيا آهيون. پر اسان جي اها بدنصيبي ئي سمجهو، ته مالڪ اسان کان اسان جو ليڊر کسي ورتو. وڪرم هاڻي هن جهان ۾ ڪونهي.

پوڙهيءَ جي تہ روڄ نڪري ويئي. وڪرم جي پيڻ بہ اچي سڏڪن ۾ پيئي. ۽ ٻڌي کي جڻ ڪو ڪاٺ هڻي ويو. هن جي هنّن مان جڻ ڪجھ ڇڄائجي ويو. هڪ ڊگهي خاموشيءَ بعد هن جي وات مان صرف ايترو ئي نڪتو، ڪٿي "آهي وڪرم؟ ڪٿي آهي؟ منهنجو پٽ ڪٿي آهي؟"

ساڳيءَ ئي فضيلت ۽ سنجيدگيءَ وچان ان ڇوڪري پوڙهي کي ٻڌايو، "وڪرم جو لاش اڃا ڪاليج جي حاطي ۾ ئي آهي. اتي اسان جا ڪيترائي ساٿي وينا آهن. طئہ اهوئي ٿيو آهي تہ سڀاڻي وڪرم جي شاندار ارٿي ڪينداسين. شهيدن جيان، اڄ سڄي رات وڪرم جي لاش سان گڏ، پرنسيپال جي گهر ٻاهران ڌرڻو هڻنداسين. صبح جو اتي ئي عام سڀا ٿيندي ۽ پوءِ وڪرم جي ارٿي ڪڍي اسين هتان ٿيندا، شمشان ڏانهن ويندا سين."

پوڙهي تي جڻ ان ڳالھ جو ڪوبہ رد عمل ئي ڪونہ ٿيو. يا وري هن جڻ ڪجھ ٻڌو ئي ڪونہ. هو تہ بس آسمان ڏانهن نهاريندو ئي رهيو. ڇوڪرا بہ چپ چاپ ڏانهنس نهاريندا رهيا.

پوءِ ڪجھ دير بعد، پوڙهي جي وات مان جڻ ڪي ٽِڪل ٽٽل لفظ نڪتا، "مونکي... مونکي وڪرم وٽ وٺي هلو...."

اُن تي ٿوري دير تہ ڪنهن بہ ڇوڪري جي وات مان ڪو جواب ڪونہ نڪتو. پوءِ ڪجھ دير بعد، ڏاڙهيءَ واري هڪ ڇوڪري پوڙهي جي ويجهو اچي، نرم ۽ عاجزيءَ ڀري لهجي ۾ چيو، "انڪل.... اها اسانجي توهانکي وينتي آهي، تہ توهان جي اتي نہ هلو تہ بهتر.... حقيقت ۾ ڇوڪرن ۾ تمام گهڻو غصو ڦليل آهي. ماحول ۾ 'ٽينشن' آهي.... ڪٿي ائين نہ ٿئي جو توهان جا لڙڪ ڏسي،ڇوڪرا ٻڌلي جي ڀاونا ۾ ٻڙڪي اٿن... ۽ حالتون وڌيڪ بگڙي پون.... انڪري اسان جي توهانکي وينتي آهي...." آخري لفظ چوندي ڏاڙهيءَ وارن اُن ڇوڪري پوڙهي جي سامهون پنهنجا ٻئي هٿ ڪٺي جوڙيا.

پوڙهو اول تہ ڪجھ دير سوچيندو رهيو. پوءِ جڻ ٽڪ ڳيهندي چيائين، "ڀلا صبح جو تہ ڪيس وٺي ايندا نہ؟"

"ها". هڪ ٻئي ڇوڪري جواب ڏنو.

"ڪيڏي مهل وٺي ايندا ڪيس؟" پريل آواز ۾ پوڙهي پڇيو. "بس.... اهو ئي انڪل ڏهين وڳي ڪن اسين. جلوس سان گڏ هتي پهچي ويندا سين." ڏاڙهيءَ واري ڇوڪري چيو.

اُن تي پوڙهو وري ڪجھ دير لاءِ چپ ٿي ويو. ڇوڪرا به چپ چاپ ويٺا رهيا. آخر خاموشيءَ کي ٽوڙيندي هڪ ڇوڪري ادب سان پڇيو، "انڪل... اسين... اسين وڃون هاڻي؟"

پوڙهي جي وات مان لفظ ته نڪتو ڪونه. پر هن ڪنڌ اهين لوڏيو، جو ڇوڪرن کي لڳو ته پوڙهي "ها" ڪئي آهي.

هڪ ڀيرو وري جيپ، موٽرون ۽ اسڪوٽر اسٽارٽ ٿي ويا. ڇوڪرا سڀ هليا ويا. بس، ڪجھ پاڙي وارا ئي رهجي ويا اُتي.... پاڙيسرين، ڇوڪرن جون ڳالهيون ٻڌيون هيون. هو پرڇاٽيءَ جي خيال کان پوڙهي جي ويجهو هليا آيا. پوڙهي جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا. سڏڪا ڀريندي پنهنجي ڌيءَ کي سيني سان لڳائي، هو هاڻي اوڇنگارن ۾ اچي پيو.

پاڙي وارا تنهن ڪيس سهارو ڏيئي اندر وٺي ويا.

صبح جو ڏهين وڳي کن پري کان ايندڙ ڪو شور سڀني ٻڌو. ڪالونيءَ جا سڀ ماڻهو ٻاهر نڪري آيا. هنن ڏٺو ته پريان کان هڪ هجوم ڪالونيءَ ڏانهن وڌندو پئي آيو. اڳيان اڳيان گلن سان سجايل هڪ جيپ هئي. ان پٺيان هزارن جي تعداد ۾ ڇوڪرا هئا، جي طرح طرح جا نعرا هڻندا پئي آيا.

پوڙهو سمجهي ويو ته سندس وڪرم اچي رهيو آهي. هن جي اکين جي سامهون هڪ ڏينهن اڳ جو اهو نظارو تري آيو، جڏهن صبح جو انڪل ڇهين وڳي، سندس وڪرم اسڪوٽر کڻي گهران نڪتو هو. ۽ اڄ ٻئي صبح، هو شاهي هجوم سان گڏ پنهنجو بيجان سرير کڻي موٽي رهيو آهي.

نعرا هڻندو جلوس، پوڙهي جي گهر ٻاهران اچي رڪجي ويو. جيپ ۾ وڪرم جي ارٿيءَ کي، ڇوڪرن سينگاري رکيو هو.

ڳوڙهن ڀريل اکين سان پوڙهو جيپ جي ويجهو ويو. پڻس ۽ ڀيڻس به آلين اکين سان جيپ ڏانهن وڌيون. وڪرم جو صرف چهرو کليل هو، باقي

سڀجو سرير گلن سان ڍڪيل هوس. پوڙهي جي ويجهو اچڻ تي نعرا بند ٿي ويا. هڪ ڇوڪرو گلن جون مالهائون کڻي بدي ڏانهن وڌيو. نمرتا وچان هن پوڙهي کي عرض ڪيو، ”انڪل وڪرم کي مالها پهرايو.... انهي توهان به.... ٻيهي تون به....“

بدي ءَ کان پنهنجي پٽ جو لاش ڏٺو نه پئي ٿيو. سنو ته پوڙهي کان به نه پئي ويو، پر هو پنهنجن لڙڪن تي جڻ ضابطو رکي وينو هو.

ٿيئي جڏهن وڪرم کي مالهائون پائڻ لڳا، تڏهن ڪيترين ئي ڪئميرائن جا فلئش چمڪي اٿيا.

تڏهن هڪ ڇوڪري اڳتي وڌي پوڙهي کان پڇيو، ”انڪل توهان اسان سان گڏ شمشان تائين هلندا؟“

پوڙهي جو گلو ڀرجي آيو. هڪ هڪ لفظ کي جڻ زوريءَ زبان مان ڪڍندي چيائين، ”مان؟.... مان ڪيئن هلندس، پٽ... اڙي پٽ پيءُ کي ڪلهن مساڻ تائين پهچائڻ ويندو آهي....؟ اهو ته نياڳو پيءُ هوندو آهي، جو پٽ جي اڙي کڄندو ڏسي....“

سڀ ڇوڪرا چپ ٿي ويا.

ڪجھ دير بعد ڇوڪرن وڪرم جي ارٿي جيپ مان لاڙي، ارٿيءَ کي هو پوءِ گهرجي چائنٽ ڏانهن کڻي ويا. ڪجھ ڏرمي ساٽ سوڻ ٿيا... ۽ بعد ۾ چئن ڇوڪرن گڏجي ارٿي وري پنهنجن ڪلهن تي کڻي ورتي. هڪ ڀيرو وري سڄي ڪالوني نعرن سان گونجي اٿي.

”امر شهيد وڪرم ڀائي ڪي جئه...“

ڇوڪرا ڪجھ دير تائين نعرن کي دهرائيندا رهيا. اُن کان پوءِ جڻ وڃڻ جي انداز ۾ هنن پنهنجا قدم ڏيري ڏيري چورڻ شروع ڪيا. ڪالونيءَ جا ڪجھ شخص به هاڻي ارٿيءَ سان گڏ هلڻ لڳا.

بدي کي لڳو، جڻ ڪو سندس خوابن جي ارٿي کڻي رهيو هو.

پوءِ وري الين اکين سان هڪ ڀيرو جلوس ڏانهن نهاريو. هزارن جي تعداد ۾ ڇوڪرا هٿ کڻي نعرا هڻي رهيا هئا. پوڙهي کي لڳو، ته سندس پٽ سچ پچ ڪو وڏو ماڻهو هو. نه ته ڪنهن جي ارٿيءَ ۾ هيترا، هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو ڪٿي هوندا آهن؟ ان سڪون جي احساس ۾ ڪجھ دير لاءِ هو پنهنجن ئي ويچارن ۾ گم ٿي ويو.

هن جو ڏيان تہ تڏهن ٽٽو، جڏهن ڇوڪرن "رام نام سنگ هہ" جي ڌني هڻڻ شروع ڪري ڇڏي، ۽ ڏيري ڏيري اڳتي وڌڻ لڳا.

هڪ ڪن لاءِ تہ پوڙهي کي بہ لڳو تہ سندس قدم ارٿي سان گڏ هلڻ لاءِ جڻ اتاولا ٿيڻ لڳا هئا. پر پوءِ هن پنهنجو پاڻ کي سنڀالي ورتو.

تڏهن وري ڪنڌ ورائي پڊيءَ ۽ ڏيءَ ڏانهن نهاريو. انهن ٻنهي کي اجا بہ سڏڪندو ڏسي، پوڙهي جي اکين مان بہ لڙڪ ٽپ ٽپ ڪري وهڻ لڳا.

سندس اکين جي سامهون جڻ اند ڇانئجي ويو. ڪيس لڳو، جڻ ڪجھ ڪلهن تي ليٽيل، هن گھر جو مستقبل، گھر کان الڳ ٿي رهيو هو. هميشہ جي لاءِ....

# سفر

اٺين ڪونہ هو نہ ٻڍيءَ کي ڪو انِ ڳالهہ جو احساس ڪونہ هو. هوءَ سمجهي رهي هئي سڀ. پر حياتيءَ جي آزمودي کيس چپ رهڻ جو هڪ اهڙو تہ نسخو سيکاري ڇڏيو هو، جو هوءَ اڪثر سڀ سور پي ويندي هئي.

کيس تہ اٿلندو ٿي اهو سڻو لڳندو هو، جڏهن هوءَ ڏسندي هئي تہ پٽ يا ذنهر جيڪي ڪجھ ڪري رهيا آهن، اهو سوچي تہ، ٻڍي هنن جي ڳالهين کي ڪٿان سمجهندي هوندي.

پنج پٽ آهن ٻڍيءَ کي. سڀ دال روٽيءَ وارا. ٽي ڏيٿرون بہ اٿس. پر هاڻي نہ تہ انهن تي ڪا ٻڍيءَ جي ذميواري آهي ۽ نہ ٻڍي ٿي هاڻي انهن لاءِ ڪو گهڻو سوچيندي آهي. سڀ پنهنجن پنهنجن ساهرن ۾ سکي آهن. ها باقي، ٻڍيءَ کي اهو ڪڏهن ڪڏهن برو ضرور لڳندو آهي، جڏهن ڏسندي آهي، تہ پٽ هرو ڀرو اجائي ضد ۾ پنهنجو وقت پيا برباد ڪندا آهن، تہ ڪير کهڙي ڀيڻ کي پاڻ وٽ گهرائي. ڀينرون ٽي آهن ۽ ڀائر پنج. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڏڻ وار تي ڀينرن کي گهرائڻ جو معاملو هلندو بہ آهي، تہ ڳالهہ ان اجائي بحث ۾ ٽڏي پنجي ويندي آهي، تہ کهڙو ڀاءُ کهڙي ڀيڻ کي گهرائي؟ ڪڏهن ٻلئي ٻلاٽي جي ڪٿي ڪنهن ڳالهہ تي صلح ٿيندو بہ هو، تہ معاملو وري ان ڳالهہ تي اچي اٽڪي بيهندو هو، سيني ڪان گهڻ ٻارن واريءَ ڀيڻ کي کهڙو ڀاءُ گهرائي؟ ان ڳالهہ تي ڪوبہ صلح ٿي نہ سگهندو هو، ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو ڪابہ ڀيڻ ڪڏهن بہ ڪنهن ڀاءُ وٽ ٽڪڻ لاءِ نہ وڃي سگهي آهي.

ڀينرن بہ هاڻي ان ڳالهہ تي سوچڻ قريب قريب بند ڪري ڇڏيو آهي. بابو جيئرو هو، تيسين تہ سڀ ڇوڪريون هر ساوڻ ۾ پيڪا گهمڻ ويندڀون هيون. پر هاڻي اُن جي چالاٽي بعد، اهو سلسلو بہ ڄڻ هڪ طرح

ختم ٿي چڪو آهي، ۽ هوڏانهن ڇوڪرين ۾ بابي جي موت بعد، پيڪن تان هڪ طرح جڻ موھ ٿي ڪٽي ڇڏيو آهي. ٻائرن جو ورتاءُ هو ڏسن پيون، هڪ وڏ واتيءَ پيڻ ته هڪ ڏينهن ايترو ۾ چئي ڪڍيو، ته بابا ڇا متو آهي، اسان لاءِ ته جڻ گهر جا سيپئي مري ويا آهن. اُن تي ٻيڍيءَ کي ڏاڍو برو لڳو هو. اِن بيهودي ڳالھ لاءِ ٻيڍيءَ پنهنجي اُن ڌيءُ کي دپ ۾ چاڙهي هئي ته، نياڳي، هرويرو ائين ڇوتي چوين. اجا ته تنهنجا پنج پنج ٻائر وينا آهن. هينئر ٿي ڇو ڪٽي دل ننڍي ڪئي اٿيئي.

پر ٻيڍيءَ جي اها ڌيءُ ضد تي اڙول رهي، ته جي پيءُ جي سڪ ٻائر لاهي سگهن، ته بابي جي مرڻ تي جيڪر ڪير ٽيھ ٽيھ ڳوڙها ۾ نه ڳاڙي.

هوڏانهن ٻائرن کي ۾ ان ڳالھ جي ڪا چنتا ڪانهي، ته پينرون سندن باري ۾ ڇا ٿيون سوچين، يا ڇا ٿيون چون. اهي سڀ پنهنجي ٿي حال ۾ مست آهن. ڪو ڪنهن شهر ۾ پنهنجو واپار ڌنڌو پيو ڪري ته ڪو ڪٽي نوڪري. پر آهن سڀ سکي. ۽ ٻيڍيءَ کي ۾ ان ڳالھ جو سڪون آهي. ٻارن جي آئيندي لاءِ هن جيڪي ڪجھ سوچيو هو، يا جيڪي سپنا ڏٺا هئائين، اهي هاڻي سڀ قريب قريب ساڪار ٿي چڪا آهن. هوءَ ته اهو ٿي سوچي خاموش آهي ته پنهنجي ٿي حال ۾ سهي، سڀ سکي ته آهن.

هونئن، ٻيڍيءَ لاءِ هاڻ رهيو ۾ ڇا آهي؟ سڄو ڏينهن ڇوڇين اکين سان ڪتاب پڙهندي رهندي آهي. رات جو گهر جي ورانڊي ۾ هڪ ننڍي منجيءَ ٿي پيئي پاسا ورائيندي آهي. ٻاهر ڪو ڪتو ٻتو تنگ نه ڪري، ان ڪري هڪ لڪڻ هوءَ پنهنجي ٻرسان رکندي آهي. اهو لڪڻ ٻڍاپي جي سهاري طور سدائين ساڻس گڏ رهندو آهي. ور ور ڪري پاڻي پيئڻ لاءِ اندر نه وڃڻو پوي، انڪري پاڻيءَ سان ٻريل ڪنجهي جو هڪ ٽلهو لوٽو هوءَ هميشه ٻر ۾ رکندي آهي. لوٽو ايڏو ته ڳرو آهي، جو ان کي ڏسي ٻاڙي جون زالون هميشه ٻيڍيءَ کي چونديون رهنديون آهن ته اهڙو هڪ لوٽو هوءَ ڪين ۾ گهرائي ڏئي. پر ٻيڍي ڪين ڏاڍي فخر سان ٻڌائيندي آهي ته، اڄ ڪالھ ڪٽي ٿا ملن اهڙا لوٽا. هيءُ ته جوانيءَ ۾ پاڻ هڪ پيري مراد آباد ويو هو، تڏهن اتان ولي آيو هو. اڄ ڪالھ ته لوٽا اهڙا ٿا ملن، جو

منيءَ تي ڪرن، تڏهن بہ ننڍي پون ۽ هيڏانهن هيءَ لوڻو اهڙو مضبوط آهي، جو ڪٿين پيرا پڪي فرش تي بہ ڪريو هوندو، پر مجال آهي جو گهپ بہ پيو هجيس.

پنهنجي جوانيءَ ۾ پوڙهي ماسترياڻي هئي. طرح طرح جي ٻارن سان، ۽ قسمين قسمين ماڻهن سان هن جو واسطو پوندو ئي رهيو هو. ۽ وري جوانيءَ کان ٻڍاپي تائين جي آزمودي، کيس ايترو هوشيار تہ بڻائي ڇڏيو آهي، جو هوءَ ٻين جي من جي ڳالھ انهن جي اکين يا ڳالهين مان پرکي وٺندي آهي.

۽ شايد اهوئي ڪارڻ آهي، جو ننهرن جي ناراضگيءَ ڀري نگاھ کي هوءَ ترت ئي پرکي وٺندي آهي، تہ انهن کي، ٻڍيءَ جي ڪتابن پڙهڻ جي عادت شايد پسند ڪانهي. اڪثر ننڍين ٻارن جي معرفت هوءَ لئبرري مان ناول وغيره گهرائي پڙهندي رهندي آهي. نظر گهٽ اٿس، تڏهن بہ کيس ڪا پرواھ ڪانهي. ٿلهن شيشن وارو هڪ چشمو لڳائي، ٻڍيءَ جو ڪم هلي پيو. جيتوڻيڪ ڊاڪٽرن ٻڍيءَ کي ٻڌائي ڇڏيو آهي، تہ هن کان ٿلهو چشمو ڪوبہ نہ ٿيندو آهي. ڊاڪٽرن ٻڍيءَ کي اهو بہ چتاءُ ڏيئي ڇڏيو آهي، تہ هن ڪانپوءِ جي اکين تي دٻاءُ وڌي ويو، تہ ڪڏهن بہ سندس نور وڃڻ جي نوبت اچي سگهي ٿي. پر ٻڍيءَ تي انهن مڙني ڳالهين جو ڪو اثر نہ ٿيو آهي. ماستري ڪندي ڪندي، اِها ڪتابن پڙهڻ جي بيماري جا کيس لڳي آهي، سا هاڻي ڪيترين ڪوششن جي باوجود بہ، سندس پلاند نٿي ڇڏي.

ٻڍيءَ جي ٻارکي نگاهن کان اهو بہ لڪل ڪونهي، تہ سندس ننهر پنهنجي سس جي، ان ڪتابن پڙهڻ جي عادت بابت، پنهنجن مڙسن جا ڪن ڀرينديون ٿيون رهن.

پر ٻڍيءَ کي ان ڳالھ جو وشواس آهي تہ سندس پٽ کيس ڪڏهن ڪابہ اڻ وڻندڙ ڳالھ نہ چوندا. ماستري ڪندي ڪندي، هن پنهنجن ٻارن ۾ اهڙا تہ سنسڪار ڀري ڇڏيا هئا، جو هو ڪڏهن بہ وڏن جي سامهون نہ پوندا آهن.

۽ هتي ٻڍيءَ بہ پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏينهن سک شانتي سان ڪٽڻ لاءِ حساب ڪتاب ورهائي ڇڏيو آهي. هوءَ هر ٻئي ٽئين مهيني

پنهنجن الڳ الڳ پٽن وٽ هلي ويندي هئي. پٽي ته هن جو، گهڻو اڳ گذاري ويو هو. ٽيئي ڌيئر پنهنجن ساهرن ۾ سکي آهن. ڇوڪرا پنهنجي دل، روزيءَ ۾ مست آهن. ٻيو ڇا کپي ٻڍيءَ کي؟ هاڻي بس، جيڪڏهن باقي ڪجهه رهيو آهي، ته بس ايترو ئي، ته موت تائين جو هڪ ڊگهو سفر آهي، جيڪو ٻڍي پنهنجي ئي ڍنگ سان ڌيري ڌيري طئه ڪري رهي آهي.

هڪ ڀيري هڪ ننهن، ڳالهين ئي ڳالهين ۾ کيس چئي به ڇڏيو هو، "توهان سال ۾ ايترو ته سفر ڪريو ٿيون ٿا، جو هاڻي توهان جي من مان سفر جو ڊپ ته نڪري ويو هوندو."

ٻڍن ٻڍين جي اها عادت هوندي آهي، ته هر ڳالهه ۾ هو موت جو ڪٿي نه ڪٿي ڪو حوالو يا ذڪر ڪٿي ئي ايندا آهن. هيءَ ٻڍي به انهن کان الڳ ڪانه هئي. هن جي ننهن جڏهن سفر جي ڊپ جي ڳالهه ڪئي، ته جواب ۾ ٻڍي چوڻ لڳي، "اڙي هن سفر جو ته ڪو ڊپ ڪونهي. ڊپ اٿم ته ان سفر جو، جنهن ۾ ڪجهه ماڻهو ڪلهو ڏيئي وڃي ماڳ پهچائي ايندا آهن. مون کي ته اها به خبر ناهي، ته منهنجو اهو سفر ڪٿي، ڪهڙي شهر ۾ ۽ ڪهڙي پٽ جي گهران شروع ٿيندو."

هنن ڏينهن ۾ ٻڍي پنهنجي ٽئين نمبر پٽ وٽ رهيل آهي. ڇوڪرو ڪنهن فرم ۾ مئنيجر آهي. ننهن اول ته پنهنجي سس جيان ئي ڪنهن اسڪول ۾ ماسترياڻي هئي. پر پوءِ ڪجهه امتحان وڌيڪ پاس ڪري، ڪنهن ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿي ويئي آهي. ٻار به هاڻي وڏن ڪلاسن ۾ پيا پڙهن. سڀ قريب قريب ٺيڪ آهي. دال روٽي آرام سان پئي نڪرين.

هونئن ٻڍي جڏهن پنهنجي هن ٽئين نمبر پٽ وٽ آئي هئي، تڏهن ته بلڪل ٺيڪ هئي. ڪم ڪار ته هن کي ڪو ڪرڻو ئي ڪونه پوندو هو. ننهن پٽ صبح جو ئي پنهنجي نوڪري لاءِ نڪري ويندا هئا. ٻار به پنهنجي اسڪول يا ڪاليج جي وقت تي، هڪ هڪ ڪري گهر مان نڪري ويندا هئا. باقي گهر ۾ رهجي ويندا هئا به ڄڻا. هڪ گهر جي نوڪرياڻي، ٻي ٻڍي پاڻ.

هونئن جڏهن ٻڍي نه هوندي آهي ته نوڪرياڻيءَ جي ٻيگهي مڇي ويندي آهي. گهر وارا جڏهن پنهنجي ڪم ڪار تي هليا ويندا آهن ته

نوڪرياڻي ڪنهن تيل ته ڪنهن کنڊ ته ڪنهن ٻيو ڪجھ، پار ڪندي ٿي رهندي آهي. پڻ ڪي به ان ڳالھ جي خوشي آهي ته جنهن جنهن به ماڻس وٽس اچي رهندي آهي، تنهن تنهن نوڪرياڻيءَ کي پنهنجي من ماني ڪرڻ جو موقعو ٿي ڪونه ملندو آهي. پڙهيل ڳڙهيل پوڙهيءَ کي وَ ايترو آسانيءَ سان بيوقوف نه بڻائي سگهندي آهي.

پر گنريل ڪجھ ڏينهن کان نوڪرياڻيءَ کي وري من ماني ڪرڻ جو موقعو ان ڪري ملي ويو آهي، جو ٻڍي هاڻي بس ملجيءَ تي پيئيءَ هوندي آهي، ۽ پنهنجي عادت مطابق ڪو نه ڪو ڪتاب پڙهندي رهندي آهي.

۽ هوڏانهن ننهن جي ورتاءَ ۾ به ٻڍيءَ کي فرق محسوس ٿيڻ لڳو آهي. هوءَ ننهن جي جملن جي تھ ۾ لڪل معنيٰ به سمجهي وئندي آهي. ڪالھ ٿي ٻڍيءَ کي من ئي من ۾ برو لڳو، جڏهن ننهڻس کيس اچي چيو، "امي، هاڻي توهان اهي ڪتاب ٻتاب پڙهڻ ڇڏي ڏيو. هڪ ته توهان جي نظر ٺيڪ ڪانه ٿي رهي، ۽ ٻيو وري ناولن، ٻاولن ۾ ڪنهن ڪنهن اهڙيون ڳالهيون اينديون آهن، جو ڊپريشن محسوس ٿيڻ لڳندو آهي، ۽ ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته ڊپريشن طرح طرح جي بيمارين کي جنم ڏيندو آهي."

اجايو ڳالھ اڳتي نه وڌي، ان خيال کان ٻڍي، اهڙين حالتن ۾ ڪتاب ٻتاب پڙهڻ بند ڪري ڇڏيندي آهي ۽ پوءِ جڏهن ننهڻس هيڏانهن هوڏانهن هوندي آهي، يا جڏهن ڪاليج هلي ويندي آهي، تڏهن ٻڍي وري ڪتابن پڙهڻ جو شوق پورو ڪندي رهندي آهي.

پر هاڻي ته گنريل ڪجھ ڏينهن کان ٻڍيءَ جو پڙهڻ وغيره قريب قريب بند ٿي چڪو آهي. روز رات جو کيس ايترو ته بخار ايندو آهي، جو اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون اٿس. ۽ سڄي سڄي رات ٻڍي منهنجيءَ تي پئي ڪنجهندي رهندي آهي. ايتري قدر جو لڪڻ پر ۾ هوندي به، کيس اُٿڻ وهڻ ۾ تڪليف محسوس ٿيندي آهي.

صرف ايترو هجي، تڏهن به ٺيڪ، پر هاڻي ته ڊاڪٽرن به عجيب عجيب، نراشا ڀريون ڳالهيون چوڻ شروع ڪري ڇڏيون آهن.

پوڙهيءَ جي ننهن پڻ کي به هاڻي هڪ ڌڪاءَ ويڙهي ويو آهي ته

ڪٿي ائين نہ ٿئي، تہ پيءُ اتي ئي مري پوي، ۽ سڄو خرچ، بجاءِ ٻين پاڻرن جي، هنن جي سر تي اچي پوي. ۽ صرف خرچ جي ڳالهہ هجي، تڏهن بہ ٺيڪ، پر موٽ کان پوءِ سڄي سال تائين ڪوئہ ڪوڪنڊ اگهہ لڳو ئي پيو هوندو آهي. اهڙن ڪنڊاڳن لاءِ هتي فرصت ڪنهن وٽ هئي؟

جڏهن سان ڪافي سس پس ڪرڻ بعد، پٽس ئي اچي پيءُ کي چيو، "امان، مان پاڻيان ٿو تہ توکي هتي جي آبهوا پاڻين ڪانہ ٿي پوي، تنهنجي طبيعت بہ ٺيڪ ڪانہ ٿي رهي ۽ هيڏانهن اسين تنهنجي علاج پلاج ڏانهن بہ ٺيڪ طرح ڌيان نٿا ڏيئي سگهون. ڪجهہ تہ ان ۾ ڏوهہ اسانجو بہ آهي. ڏس امان، اسين ٻيئي صبح جوئي پنهنجي نوڪريءَ تي هليا ويندا آهيون ٻار بہ ويچارا سڀ اسڪول هليا ٿا وڃن، گهٽي ڪم هٿڻ ڪري، مان اڪثر رات کان اڳ گهر پهچان ڪونہ ٿو. اهڙي حالت ۾ اسان تنهنجو پورو خيال نٿا رکي سگهون نہ، امان..آ... هئين ٿا ڪريون، جيڪڏهن تنهنجي مرضي هجي تہ توکي پاڻوءَ وٽ پوني رواني ڪري ڇڏيون."

پوڙهي سمجهي ويئي تہ هاڻي ڪيس وري سفر ڪرڻو پوندو. هميشہ ائين ئي ٿيندو رهيو آهي، تہ سندس پٽ ڪنهن نہ ڪنهن بهاني، پيءُ کي هڪ کان ٻئي ڏانهن موڪليندا رهندا آهن. ۽ هوءَ ويچاري ٻڌجي، پٽن جي مرضيءَ مطابق، هتي کان هُتي جو سفر ڪندي رهندي آهي.

حقيقت ۾، انهن ٽڪائيندڙ ياترائن (سفر) مان هوءَ بر ٿي چڪي آهي. پر حياتيءَ جا باقي ڏينهن، هوءَ ائين ئي پٽن جي مرضيءَ مطابق، جيئن تيئن ڪٽڻ ٿي چاهي.

اڄ بہ پنهنجي ان پٽ جي ڳالهہ ڪيس سٺي نہ لڳي. پر تڏهن بہ بي دليون پٽ سان سهمت ٿيندي چيائين، "ائين بہ ٺيڪ آهي. جيئن توکي ٺيڪ لڳي، ڪر.... هونئن، سچ تہ اهو آهي، پٽ.... مان تہ هاڻي چڱيءَ طرح اُٿي ويهي بہ نٿي سگهان.. پر وري بہ جيئن توکي ٺيڪ لڳي..."

پٽ کي بہ اندر ئي اندر ۾ محسوس تہ ٿيو پئي، تہ پيءُ سچ پچ سفر ڪرڻ لائق ڪونهي. پر هن تہ حقيقت ۾ ايندڙ حالتن ۽ خرچ کان پاڻ بچائڻ ٿي چاهيو.

تنهن وري ماءُ کي جڻ سمجهائيندي هن چيو، ”نہ امان توکي ڪا تڪليف ڪانہ ٿيندي. پوني تائين سڌي رزرويشن مان ڪرائي ٿو ڇڏيان. آرام سان سهنندي وڃجانءِ. اتي اسٽيشن تي توکي ڀائو لاهڻ تہ ايندو ئي.“

ڀڏيءَ بہ ان ڳالهہ تي ڪو وڌيڪ ضد نہ ڪيو. ڪيس خبر هئي تہ ٿيڻو تہ اهوئي آهي. جيڪي پٽ چاهيندو، ان ڪري پٽ کي چيائين، ”ٺيڪ آهي، تون مراريءَ کي تار ڪري ڇڏ تہ امان اچي ٿي. گاڏي وغيره لاءِ بہ تون ڪيس لکي ڇڏ تہ ڪنهن ۽ ڪهڙي گاڏي ۾ ايندي.“

ٻن چئن ڏينهن بعد ماڻس جي وڃڻ جي تياري ٿي ويئي. وڏي ڀاءُ کي اڳ ۾ ئي تار موڪلي ڇڏي هئي. هن شام جو جڏهن، ماءُ کي اسٽيشن تائين وٺي وڃڻ لاءِ هو ٽئڪسي ڪري آيو، تہ گهر جا سڀ ڀاتي ٻاهر نڪري آيا. ننهن ڀڏيءَ کي پيرن پيئي، تہ ٻارن بہ اچي ڏاڏيءَ کان آشيرواد ورتي. نوڪرياڻيءَ بہ چپ چاپ بيهي ڏسندي رهي. پٽ، ماءُ کي هٿ کان پڪڙي ٽئڪسيءَ ۾ ويهاريو. سامان ڪو گهڻو تہ هوس ڪونہ. هڪ ننڍڙي بئگ هئس، جا پنهنس ڪئي، ڊرائيور جي ڀر واري خالي جڳهہ تي رکي ڇڏي. پوءِ هو اندر ماءُ سان گڏ ٽئڪسيءَ ۾ پٺيان وڃي ويٺو.

ٽئڪسي اسٽارٽ ٿيڻ کان اڳ هڪ ڀار اچي ڏاڏيءَ کان پڇيو، ”مان ڪو ڪتاب پتاب رستي لاءِ آڻي ڏيانءِ؟“

جڻ مٺل آواز ۾ ڀڏيءَ چيو، ”اڙي نہ پٽ، هاڻي تہ بس من بہ پڙهڻ تان جڻ ڪجي ويو آهي.“

ٽئڪسي اسٽارٽ ٿي، تہ ڀڏيءَ سڀني ڏانهن ۽ گهر جي ڦاٽڪ ڏانهن حسرت ڀرين نگاهن سان نهاريو. هوءَ نهاريندي ئي رهندي، تيسين، جيسين سڀ ڪجهہ سندس نگاهن کان اوجهل نہ ٿيو هو. ٻار بہ آخر تائين ٽئڪسيءَ ڏانهن نهاري نهاري هٿ لوڏيندا رهيا.

ٽئڪسيءَ جڏهن رستو پار ڪيو، تہ پٽ جڻ پنهنجو پاڻ کي ڏوهاري محسوس ڪرڻ لڳو. ڪيس لڳو، تہ هن حالت ۾ ماءُ کي سفر تي موڪلي، هو ڪو سهڻو ڪم ڪونہ ڪري رهيو هو. رکي رکي هو ڪڏهن ماءُ جي ڪمزور گهنجن ڀيل چهري ڏانهن نهاري رهيو هو، تہ ڪڏهن پاڻ کي ڏوهاري محسوس ڪري، ڪنڌ هيٺ ڀئي ڪري

ڇڏيائين. ٻڍيءَ جي آزمودگار اکين اهو سڀ پرکي ورتو. ان ڪري پٽ کان پڇڻ لڳي، "ڇا پيو ڏسين، پٽ؟"

پٽ ڇا چوي؟ هنکي ته ڪجھ سُجھيو ئي نه پئي، ته ماءُ کي کهڙو جواب ڏئي. پر پوءِ به ڪو نه ڪو جواب ڏيڻ جي خاطر هن ڪيس چيو، "... هوُ...ا... مون چيو پئي، امان... ته اُتي جڏهن طبيعت ٺيڪ ٿي وڃيئي، ته پوءِ هتي هلي اچجانءِ ورې.... هان."

ڦڪو مرڪندي ٻڍيءَ چيو، "ها... هلي ايندس.... زندهه رهيس ته... هونئن، حقيقت ۾ پٽ سفر ڪري ڪري هاڻي مان ٿڪجي پيئي آهيان.... هاڻي مونکان هر ٻي ٽئي مهيني گاڏيءَ جي مسافري پڄي ڪانه ٿي.."

پٽ کي لڳو ته ماڻس جي آواز ۾ ڪو عجيب قسم جو ڏک سمايل هو.

ڪجھ دير وري ٻيئي چپ چاپ ويٺا رهيا.

اسٽيشن آئي ته ماءُ کي سهارو ڏيڻ لاءِ پٽ اول ئي ٽئڪسيءَ مان لهي آيو، ٻڍي جڏهن ٽئڪسيءَ مان لهڻ لڳي ته ڪيس ڏيان آيو، لڪڻ ته هوءَ گهرئي ڀلجي آئي آهي. هن پٽ کي جڏهن اها ڳالهه ٻڌائي ته پٽس جواب ڏنو، "پرواهه ناهي، هتي ئي پيو هجي، جڏهن تون پوني مان موٽي اينديءَ تڏهن ڪم اچي ويندو، تيسين اتي ڀائوءَ کي چئج، هو توکي نئون لڪڻ آڻي ڏيندو."

ٻڍيءَ ڪو به جواب ڪونه ڏنو، صرف ٿورو مرڪي ڏنائين. هڪ هٿ ۾ ٻئگ کڻي، ٻئي هٿ سان ماءُ کي سهارو ڏيندو، هو ڪيس اسٽيشن جي اندر وٺي ويو. ماءُ جي لاءِ هڪ برٿ جي رزرويشن جي اڳواٽ ئي ڪرائي ڇڏي هئاسين. ان ڪري ويهڻ يا سمهڻ لاءِ جڳهه هٿ ڪرڻ جي تڪڙ ته ڪين هئي ڪانه.

گاڏيءَ ۾ پهچي، ماءُ کي هن سندس برٿ تي ليٽائي ڇڏيو. ٻئگ هن سندس برٿ جي هيٺان ئي رکي ڇڏي. ۽ پوءِ ٽڪيٽ ماءُ کي ڏيندي پٽ چيو، "هان امان، هيءَ ٽڪيٽ پاڻ وٽ سنڀالي رک."

هٿ ۾ ٽڪيٽ وٺندي ٻڍيءَ ٿورو مرڪيو ۽ پوءِ جڻ دهيل آواز ۾ چيائين، "تون وڃڻ چاهين ته ڀلي وڃ..... پٽ.... اجا توکي ڪافي

پري وڃڻو آهي."

"هليو ويندس امان، تون فڪر چو ٿي ڪرين. ڪو ٻار ته آهيان ڪونه، جو ڪير کٽي ويندم." پٽ جواب ڏنو.

ٻڍيءَ به ڪو وڌيڪ ضد نه ڪيو.

گاڏي جنڪشن تي اڃا ٽائيم پيو هو. ان ڪري سن ماءُ کي چيو، "امان گاڏي جنڪشن تي اڃا دير آهي. چانهن ٻانهن پيئنديئن؟"

ٻڍيءَ انڪار ڪونه ڪيو. چيائين، "ولي اچ ٻلي..."

هو چانهه ولي موٽيو ته ڏٺائين، ماڻس جون اکيون بند هيون. کيس لڳو شايد ماڻس کي جهوٽو ٻوٽو اچي ويو آهي. انڪري ماءُ کي جاڳائڻ جي خيال کان هن کيس سڏ ڪيو. پر ماڻس شايد سڏ ڪونه ٻڌو. ان ڪري ماءُ کي ٿورو ڌونڌاڙيندي هن کيس جاڳائڻ چاهيو.

ماءُ کي ڌونڌاريندي ئي هو ڇرڪي ويو. ٻڍيءَ جو هٿ برٿ کان هيٺ لڙڪي آيو.

هڪ هلڪي رڙ پٽ جي وات مان نڪري وئي. چانهن جو ڪوپ سندس هٿن مان ڪري پيو.

اها شايد، ٻڍيءَ جي آخري سفر جي تيار هئي.

# سخت چمڙي وارو ماڻهو

اول ته هڪ ڪن لاءِ هوُ دهلجي ويو.

ٽڪل ٽڪل، پگهر ۾ ٻڏل، ورانڊي ۾ سائيڪل رکي جيئن ئي هو اندر گهڙيو، ته ڏٺائين- اڇي ڏاڙهيءَ وارو هڪ پڪيو ماڻهو، اڪيون پوريو، سندس ئي ڪمري ۾ آرام ڪرسيءَ تي اُهلي، ٻيڙي ڇڪي رهيو هو.

هو ڊڄي ويو ته هيءَ وري ڪير آهي، جو سندس ئي گهر ۾ ايڏي لاپرواهيءَ سان اچي ويٺو آهي، ۽ ڪرسيءَ تي آهلي، مزي سان ٻيڙي ڇڪي رهيو آهي.

هڻ واريون ڳوڙيون هن موڙهي تي رکيون. هن جي ڪمري ۾ گهڙڻ ۽ ڳوڙيون موڙهي تي رکڻ سان جيڪا ٿوري گهڻي آهٽ پيدا ٿي هئي، ان سان به اڇي ڏاڙهيءَ واري ان شخص جون اکيون نه کليون. پر سندس ٻن آڱرين جي وچ ۾ جهليل ٻيڙي لڳاتار دونهون ڇڏي رهي هئي.

تڏهن هوُ اڳتي وڌي ويو، ۽ غور سان هن ٻڍي جي چهري ڏانهن چتائي چتائي نهاريو. هاڻي هن کيس سڃاڻي ورتو. اڙي... هوُ ته سندس پيءُ هو. ڏاڙهي رکائي هئائين، يا ٻڍيو ٿي ويو هو، ته ڇا ٿي پيو، پيءُ کي سڃاڻڻ ۾ ڀلا ڪنهن کي ڪهڙي ويرم لڳندي.

ٻڍي جڏهن اچا به اکيون نه کوليون، ته هن سوال ڪيو، "ڇو آيا آهيو؟"

ڏاڍي آرام سان ڌيري ڌيري پٽس اکيون کوليون. ٻيڙي مان هڪ ڊگهو ڪش ڀريائين. ۽ پوءِ بيحد سنجم وچان ڌيمي آواز ۾ چيائين، "تو کجھ پڇيو؟"

پٽ کي ڪاوڙ به لڳي، ۽ گڏوگڏ هوُ حيران به ٿيو، ته سندس پيءُ ڪيڏي نه آرام سان سندس گهر ۾ گهڙي آيو هو ۽ هاڻي ڪيئن نه، فلمن ۾ جيئن بدمعاش ڳالهائيندا آهن، تيئن ڳالهائي رهيو آهي، ته: تو کجھ

پڇيو؟
"ها پڇان ٿو، ڇو آيا آهيو؟" پٽ وري پنهنجو سوال دهرايو.
ساڳئي ئي نرم لهجي ۾ پيءُ وري چيو، "تون شايد غلط سوال پڇي رهيو آهين، حقيقت ۾ تون پڇڻ شايد اهو ٿو چاهين: ڇڪنهن آيا آهيو؟"
"نہ مان اهو ئي پڇي رهيو آهيان. تہ ڇو آيا آهيو؟" پٽ جي آواز ۾ هاڻي ٿوري تلخي هئي.
"ڇو؟" ڪن ترسي پٽس وري چيو، "هن گهر ۾ اهڙو ڪوبہ ڪونهي، جنهن ڪي مان پنهنجو چئي سگهان."
"نہ اهڙو ڪوبہ ڪونهي." پٽ رکو جواب ڏنو.
پٽ جي واتان اهڙو جواب ٻڌي، ڪنهن بہ پيءُ جو چرڪ نڪرڻ فطري ڳالهہ آهي. پر اڇي ڏاڙهيءَ وارو هيءُ ٻڍيو چرڪيو ڪونہ، ۽ نہ ئي سندس چهري ۾ ڪو فرق آيو. هن تہ ٻيڙيءَ مان هڪ ڏگهو ڪش ڀريو. ۽ پوءِ هڪ هڪ لفظ تي زور ڏيندي چيائين، "ٿورو ويهہ... تون هينئر ٿڪل ٿو لڳين. ٿورو ويهڻ سان تنهنجو ٿڪ گهر سگهندو، ۽ پوءِ تون ٺيڪ طرح ڳالهائي بہ سگهندين."
پٽ کي لڳو، جڻ پٽس جي اهڙي ڳالهہ جي ڪري، سندس ٿڪ اڃا بہ وڌيڪ وڌڻ لڳو هو. پر پوءِ بہ هن چيو، "نہ نہ، ان ٿڪ وغيره کي وچ ۾ نہ آڻيو. ٺيڪ طرح مان هينئر بہ ڳالهائي ٿو سگهان چئو.... ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟"
"چڱو، تہ پوءِ هيئن ڪر... هيءُ ڳوٺڙيون، جيڪي تو موڙهي تي رکيون آهن، سي کڻي رڌڻي ۾ رکي اچ، ۽ ڪنوار سان بہ ڳالهائي اچ. ان وچ ۾ تنهنجو ٿڪ بہ سڪي ويندو، ۽ پوءِ پاڻ ٺيڪ طرح ڳالهائي بہ سگهنداسين."
هڪ ڀيرو پٽ جي من ۾ آيو تہ اتي ڪو تلخ جواب ڏيئي، پيءُ جي ڳالهہ کي وچ ۾ ڪٽي. پر پوءِ نہ ڄاڻ ڇا سوچي هو اٿيو ۽ موڙهي تان ڳوٺڙيون کڻي رڌڻي ڏانهن هليو ويو.
رڌڻي ۾ اچي، هن زال کان پڇيو، تہ ٻڍو ڪيڏي مهل آيو آهي؟ ۽ تو کيس اندر اچڻ ڇو ڏنو؟
ان تي جوئس چيو تہ۔ هوءَ پنهنجي ئي سهري کي گهر ۾ اندر اچڻ

ڪان انڪار ڪيئن ٿي ڪري سگهي. ۽ ٻي ڳالهه ته هن ڪڏهن به سهري جي سامهون حرف نه ٻوليو هو، سو اڄ وري ڪيئن ڳالهائي ها.

جوٺس اڳتي ڪيس ٻڌايو، ته اِيترو ضرور ٿيو ته دروازي تي ڪنهن ڏاڙهيءَ واري شخص کي ڏسي، اول ته هوءَ دهلجي ويئي هئي. دهلجي به ويئي هئي ۽ گنوگنڌ سڃاڻي به نه سگهي هئي، ته هو ڪير آهي. پر پوءِ ٻڌي خود ئي پنهنجي سڃاڻپ ڏني. سندس سڃاڻپ ڏيڻ تي به هوءَ ڪٿي اعتبار نه ڪري ها، پر اول ته هن سهري جو آواز سڃاڻي ورتو، ۽ پوءِ ٻڌي جي ڏاڙهيءَ ۾ لڪل چهري جي ڌنڌلي مهانڊي مان ڪيس چٽيءَ طرح لڳو ته هوءَ ڪيس سڃاڻڻ ۾ غلطي ڪانه ڪري رهي هئي. هوءَ سندس سهرو ئي هو.

هن وري جوءَ کان پڇيو، ته ٻڌي ڪجهه ٻڌايو هوندو نه هيترا سال هوءَ ڪٿي هو، ۽ هاڻي ئي ڇو آيو هو، جڏهن ڳهر وارا، ڪيس مئل سمجهي آسرو پلي ويٺا هئا.

جوٺس چيو ته ان ڪانپوءِ، نه هن خود ئي سهري سان ڪجهه ڳالهايو هو ۽ نه سهرس ئي ساڻس ڪا ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هو ته بس دروازي کلڻ ڪانپوءِ، اندر آرام ڪرسيءَ تي اچي ويهي رهيو آهي. پر گنريل ٻن ٽن ڪلاڪن جي وچ ۾، نه ته هن ڪجهه ڳهريو آهي ۽ نه ئي لِيٿو پاڻي ڏنو اٿس، ته گهر ۾ ڪير ڪير آهن؟ اٽلوئي هوءَ هڪ ٻه ڀيرا لڪي لڪي، اُن ڪمري ۾ ليٿو پاڻڻ وئي هئي، ته ڏسان، ٻڌو اُتي ڇا پيو ڪري؟ ته ڏٺائين، ٻڌو ڀيڙي ڇڪي رهيو هو، ۽ شايد ڪبٽ مان ڪو ڪتاب ڪڍي ڏاڏي ڏيان سان پڙهي رهيو هو. ائين هاڻي ٻار به هڪ ٻه ڀيرا، ڪمري ۾ ليٿو پاڻڻ ويا هئا. پر ٻڌي جي اچي ڏاڙهيءَ کي ڏسي، هو شايد ڊڄي ويا هئا. ان ڪري ئي شايد وري ان ڪمري ۾ وڃڻ جي سندن همٿ ڪونه ٿي هئي.

هن کي تڏهن ٻڪ ٿي وئي ته سندس زال سچ پچ ئي پنهنجي سهري سان ڪا ڳالهه ٻولهه ڪانه ڪئي هئي، ۽ نه ٻارن ئي پنهنجي ڏاڏي سان ڪجهه ڳالهايو هو.

هو سنان ڪرڻ هليو ويو. روز ئي هوءَ ائين ڪندو آهي. آفيس مان

تڪل ننڍل، پگهر ۾ ڀنل هو گهر موٽندو آهي. پنج ست منٽ پڪي هيٺان ويهندو آهي، ٽپال ڏسندو آهي. ۽ پوءِ سنان ڪرڻ هليو ويندو آهي.

وهنجڻ بعد هوُ واپس پنهنجي ڪمري ۾ آيو. پٽس اچا ٻه، اڳي وانگر، اکيون ٻوٽيو، آرام ڪرسيءَ تي آهلي، ٻيڙي ڇڪي رهيو هو.

هن هڪ پيرو لاپرواهيءَ وچان ٻئي ڏانهن نهاريو، پوءِ هن سامهون رکيل ٽيبل ڏانهن نهاريو، جتي هڪ ڏرمي ڪتاب رکيو هو. ڪيس ان تي ڪو عجب ڪونه لڳو. جوٽس ڪيس ٿوري دير اڳ ٻڌايو هو ته ٻئيو ڪافي دير تائين ڏيان سان ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هو، هن ڪتاب هڪ هٿڏان ڪٽي ٻئي هنڌ رکيو. آواز ته ٿيو، پر پوءِ ٻه ٻئي پنهنجون اکيون ڪونه کوليون.

پٽ کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، ته هن ڄاڻي واڻي ٿورو آواز پيدا ڪرڻ لاءِ، ڪتاب هڪ هٿڏان ڪٽي ٻئي هنڌ رکيو، پر ٻئي تي ان جو ڄڻ ڪو اثر ئي ڪونه ٿيو هو. تڏهن هن پڇيو، "ڪٽي هٿا هيترا سال؟"

ٻئيو بلڪل ڪونه چرڪيو. ڪيس ڄڻ پرون پنجي ويا هئا، ته ڪوئي ڪمري ۾ آيو هو. ڌيمي سان هن اکيون کوليو، "آسام ۾ هوس."

تڏهن پٽ کي اها ڳالهه چوندي ٿوري ٻه هبڪ محسوس ڪاڻ ٿي ته هو ته پيءُ کي مٿل سمجهي، آسرو پلي ويٺا هئا. ڀلا جنهن پيءُ هيترن ورهين تائين، گهر وارن جو خيال ئي نه ڪيو هجي، ان لاءِ ٻيو سوچي ٻه ڇا ٿو سگهجي؟ انڪري هو سڀ ته آسرو پلي ويٺا هئا.

پيءُ تي ڄڻ ان ڳالهه جو ڪو اثر ئي ڪونه ٿيو. چيائين، "ها، ٺيڪ آهي. توهان جو مونکي مٿل سمجهي، آسرو پلي ويٺا هئا، اهو سٺو ئي ڪيو. نه ته منهنجي موٽي اچڻ جي آسري ئي آسري ۾ توهان پنهنجي لاءِ ڪجھ ڪري ڪونه سگهو ها."

پٽ چيو، "ڪيو ته هيئنر ٻه ڇا ائيون؟ جنهن گهر ۾ ڪمائيندڙ پيءُ هجي، ان گهر جي اولاد جو ڪو آئيندو ٻه ٿيندو آهي ڪي خواب ٿيندا آهن، پر اسان ته پنهنجو آئيندو ۽ پنهنجا خواب اهو سوچي قربان ڪري ڇڏياسين، ته ٻنا پيءُ جي ٻارن جو ته آئيندو اهڙو ئي ٿيٺو آهي."

پيءُ چيو، "مان سڀ سمجهان ٿو، ته تون ڇا ٿو چوڻ چاهين. پر هاڻي نه ته منهنجا گذريل ڏينهن واپس اچي ٿا سگهن، ۽ نه ئي توهان جو

کو روشن آئيندو رهيو آهي." ڪجھ ترسي ھڏي وري چيو، "مالتي ٻه مري وئي هوندي؟"

پٽ چيو، "ها، امان توهان جي گهر ڇڏي وڃڻ جي ٻن ٽن سالن کانپوءِ ئي گذاري وئي. هونئن هڪ طرح مري ته هوءَ تنهن ڏينهن ئي وئي هئي، جنهن ڏينهن توهان هيءَ گهر ڇڏي هليا ويا هئا. پر پوءِ به جيئن تيئن ڪري، هن، حياتيءَ جا ٻه ٽي ٻيا سال به گذاري ورتا. انهن ٻن ٽن سالن ۾، اسين امان جي مُرڪ تڏهن ئي ڏسي سگهياسين، جڏهن هوءَ مرڻ تي هئي، ۽ اسين سندس پرسان ويهي روئي رهيا هئاسين. صرف تڏهن ئي امان اسان کي ڏڍ ڏيندي ٿورو مرڪي هئي، ۽ چيو هئائين، 'روئو ڇو ٿا؟ مان کو مران ٿوريئي ٿي.' بس، ان کان ترت ئي پوءِ امان اسان کي روئندو ڇڏي هلي وئي."

چوندي چوندي پٽ جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. پر هن ڏٺو ته پڙس مٿان ڄڻ ان ڳالھ جو ڪو خاص اثر ئي ڪونہ ٿيو هو، ته سندس زال مري وئي هئي، جنهن کي هاڻي هو ڪڏهن به نہ ڏسي سگهندو.

ٻڍي صرف ايترو چيو، "ها، مون به اهوئي انومان لڳايو، ته مالتي شايد مري چڪي آهي. نہ ته هوءَ ڊوڙندي اچي مون سان گڏجي ها. پر خير، هاڻي هوءَ مري وئي ٺيڪ آهي... هاڻي ٿي به ڇا ٿو سگهي؟ ۽ هونئن به موت آهي ڇا!- بس، هڪ انت آهي- دکن- سکن جي پڄاڻي آهي... يا بس آخري آرام آهي- سو مالتي مري وئي، مان به هڪ ڏينهن مري ويندس."

پٽ کي اهو تمام عجيب لڳو، ته ڪهڙي آهي هيءَ ٻڍاپي جي عمر، جو پنهنجي ئي زال جي موت کي ڪيتري نہ آسانيءَ سان ٻڍي سويڪار ڪيو. ۽ ڪيئن نہ ٻڍي کي، پنهنجي موت لاءِ به هاڻي ڪو ڊپ نہ رهيو آهي، ته موت هڪ ڀيانڪ چيز ٿيندي آهي، جنهن کي ڪوبہ ايتري آسانيءَ سان سويڪار نہ ڪري سگهندو آهي، جيتري آسانيءَ سان هيءَ ٻڍو ان کي سويڪار ڪري رهيو هو.

پيءُ کي تڏهن پنهنجي ڌيءُ جي ياد آئيءَ، "وسوڌا ڪٿي آهي."

"امان جي چلاڻي کان سال ٻہ پوءِ، مون سندس شادي ڪرائي ڇڏي." پٽ چيو.

پيءُ صرف ڪنڌ لوڏيو. ڄڻ خوش هو ته ٺيڪ آهي. سٺو ڪم

ٿيو  هوندس، پڻ ان وقت من ئي من ۾ سوچي ورتو هو تہ هوُ پيءُ کي
ڪجھ گھٽ وڌ ڳالهائيندو، تہ وسوڌا جي شاديءَ جي ذميواري تہ سندس
ئي هئي. فضول ۾ اُهو سڀ ڪيس ڪرڻو پيو، جو پڻس کي ئي ڪرڻو هو.
۽ نتيجو اهو نڪتو آهي تہ وسوڌا جي شاديءَ ۾ ڪنيل قرض هوُ اڄ تائين
لاهي نہ سگھيو آهي.

پڻس ان بابت ہي ڪنهن گفتگو ڪانہ ڪئي. ان ڪري پڻ جو
غصو، من ئي من ۾ رهجي ويو.

تڏهن وري پڻ کي لڳو، تہ جڻ هو پنهنجين اصلي ڳالهين کان
پڻڪي، جذبات جي ڪنهن وهڪري ۾ وهي ويو هو. ڪيس پيءُ کان
جا تفصيلوار خبرچار وٺڻي هئي، اها تہ اُجا هوُ وٺي نہ سگھيو هو.

اِن ڪري پڻ وري پيءُ کان پڇيو، "ڇا پئي ڪيو توهان آسام ۾؟
۽ سو بہ هيترا سال؟"

"ڪجھ نہ، اتي هڪ عورت جي چڪر ۾ اچي ويو هوس، ڪجھ
مان هن جي چڪر ۾ اچي ويو هوس ۽ ڪجھ هوءَ منهنجي چڪر ۾
اچي وئي هئي. ۽ پوءِ مان ان جي ڄار ۾ اهڙو تہ ڦاسي ويو هوس، جو سڀ
ڪجھ منهنجي ذهن مان جڻ ميسارجي ويو هو. مان مالتيءَ کي بہ وساري
ويٺو هوس، ۽ توهان کي بہ."

پڻ کي ان ڳالھ تي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، تہ پڻس ڪيڏي نہ بي حيائيءَ
وچان اهڙي ڳالھ چئي رهيو هو، جيڪا هڪ پيءُ کي پنهنجي پڻ جي
سامهون نہ چوڻ کپندي هئي.

تڏهن وري پڻ کي پنهنجي ماءُ جي سوچڻ تي ديا اچڻ لڳي، تہ
ڪيس ڪيئن نہ خراب خراب ويچار اچڻ لڳا هئا، تہ ڪٿي مڙس جو ڪو
ائڪسيڊنٽ تہ ڪونہ ٿي پيو. يا ڪٿي ڪنهن دشمنيءَ وچان ڪجھ
گھٽ وڌ تہ ڪونہ ڪري وڌس.

۽ هوڏانهن پڻس جي بي حيائي اهڙي، جو گھر ۾ تہ چئي ويو هو تہ
دهليءَ وڃي رهيو آهيان. ۽ نہ ڄاڻ ڪيئن ۽ ڪٿان ڪٿان ڌڪا کائيندو
آسام وڃي نڪتو هو ۽ اُتي عياشيءَ ۾، جوانيءَ جا مزا پئي ماڻيائين.

هوندس پيءُ کي ڳولهڻ جي ڪوشش ۾ هنن وسان ڪين گھٽايو

هو. پر گهڻو ئي پاڻ پتوڙڻ بعد پڻس جوکو پتو ئي ڪونہ پيو. تڏهن هڪ هلڪو شڪ جاڳيو هو سينني جي من ۾، تہ ڪٿي ڪمزور مالي حالتن مان پيدا ٿيل ذميوارين کان منهن موڙي، پڻس جهنگ منهن ڏيئي، گهر ڇڏي ڀڄي تہ ڪونہ ويو. ۽ هوڏانهن هنن جي ماءُ کي وري اهي ويچار پئي آيا تہ ڪٿي متان سندس ائڪسيڊينٽ نہ ٿيو هجي، يا ڪنهن دشمن ساٿس ڪو اهڙو جهڙو ورتاءُ نہ ڪيو هجي.

تڏهن وري پٽ کي ياد آيو تہ سندس ماءُ جي چالاڪي کان پوءِ، هڪ ڏينهن سندن هڪ پاڙيسري آسام ويو هو. ۽ ان ئي اچي هنن کي ٻڌايو هو تہ سندن پيءُ جهڙي هڪ ماڻهوءَ کي، هن آسام جي هڪ ننڍي شهر ۾ ڏٺو هو. هن پڻس جهڙي ان ماڻهوءَ سان ڳالهائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي هئي، پر اڳلي ئي انڪاري رخ ڏيکاري، اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ هن غلط ماڻهوءَ کي سڃاڻل سمجهڻ جي غلطي ڪئي آهي.

تڏهن کان ئي پٽ جو اهو ٿورو شڪ، وشواس ۾ بدلجي ويو هو تہ سندن پيءُ جيئرو آهي، ۽ پڪ ئي پڪ ذميوارين جي احساس کان منهن موڙي، دهليءَ وڃڻ جو بهانو ڪري، هو گهر ڇڏي هليو ويو آهي.

هاڻي جڏهن پيءُ سامهون هو، تہ پٽ کانئس پڇي ئي ورتو، "پنهنجو هڪ پاڙيسري توهان کي هڪ ڏينهن آسام ۾ گڏيو هو...؟"

سندس ڳالهہ کي وچ ۾ ئي ڪٽي پڻس چيو، "ها، گڏيو هو. پر مون ئي کيس رخ نہ ڏنو هو. ۽ چيوهومانس تہ هن غلط ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي."

هڪ کن لاءِ پٽ کي اهو سنو لڳو، تہ ٺيڪ آهي، جوانيءَ ۾ ڳالهايل هڪ ڪوڙ بابت پڻس، هاڻي پيڙهيءَ ۾ سچ ڳالهائي رهيو هو.

تڏهن پٽ وري ڳالهايو، "پوءِ؟ اچ اوچتو ئي اسين توهان کي ڪيئن ياد اچي وياسين؟"

پيءُ چيو، "ها آآآ. اوچتو ئي سمجهہ، اوچتو ئي توهان جي ياد آئي. ٿيو ائين هو، جو اتي آسام ۾، اُن عورت سان مون شادي ڪئي هئي. تمام سهڻي زال هئي." اتي وري پيءُ ڏٺو تہ پٽس جي چهري تي ڪو عجيب گهنج اچي ويو هو. کيس شايد اهو سنو نہ لڳو، تہ سندس ماءُ کان وڌيڪ پڻس پيءُ ڪنهن عورت جي سونهن کي ساراهي رهيو هو. پر پيءُ

ان ڳالھ جي پرواھ ڪرڻ کان سواءِ ٿي اڳتي ڳالھائڻ لڳو، "پوءِ اسان ٻئي هيترا سال گڏ رهياسين. ان عورت وٽ ڪافي پئسو هو. خبر ناهي ڇو، منهنجي پٺيان جڻ پاڳل ٿي پيئي هئي. هن مونکي جهجهي رقم ڏني هئي، ته اتي آسام ۾ ٿي کو ڌنڌو کولي ويهي رهان، پر پنهنجن وٽ واپس نه وڃان. جايون وغيره ۽ سڄي جائداد هن منهنجي نالي ڪرائي ڇڏي. ۽ مان به لالچ ۾..."

تڏهن پيءُ جي ڳالھ کي وچ ۾ ئي ڪٽيندي پٽ چيو، "پنهنجن کان وڌيڪ توهان کي اهي جايون پايون ۽ اها سهڻي زال پياري لڳي؟" پيءُ کي لڳو ته اتي پٽ 'سهڻي' لفظ تي غصي يا طنز وچان زور ڏنو هو.

چيائين، "ها، سچ پچ ائين ٿي ويو هو. مون چيو نه، ته مان سندس جار ۾ ڦاسي ويو هوس. هن جي چڪر ۾ اچي ويو هوس."

پٽ کي به لڳو ته ها، سچ هوندو، پٹس پڪ ئي پڪ ڪنهن جي جار ۾ ڦاسي پيو هوندو. هوندو به، جوانيءَ ۾ پٹس ڪافي سهڻو لڳندو هو.

تڏهن پٹس وري چيو، "ڇڳو ڇڏيو، جيڪي ٿيو سو ٿيو، هاڻي توهان اسان کان ڇا وٺڻ آيا آهيو؟"

ان تي سانتيڪي آواز ۾ پٹس چيو، "وٺڻ نه، ڪجھ ڏيڻ آيو آهيان. مان سڄي جائداد تنهنجن ٻارن جي نالي ڪرڻ ٿو چاهيان. آسام واري منهنجي زال مان جيڪڏهن کو ٻار پيدا ٿئي ها، ته پوءِ پڪ ئي پڪ منهنجي جائداد وغيره تي انهن جو ئي حق هجي ها. پوءِ شايد مان هتي به نه اچان ها، پر هاڻي ڇاڪاڻ جو هوءَ پاڻ به مري ويئي آهي، ۽ سندس مان کو ٻار به ڪونهي، ته سوچيم، توهان جو وڻا آهيو، هونئن مون سوچيو اهو به هو ته مالتي ضرور جيئري هوندي. هوءَ گذاري وئي... ٺيڪ آهي... توهان ته آيو. توهان به ته مالتيءَ جي نشاني آهيو."

پٽ چيو، "نه اسان کي توهان جي جائداد وغيره سان کو به موھ ڪونهي. توهان جي مرضي، ٻلي ڪنهن کي به ڏيئي ڇڏيو."

اهو چوڻ کان پوءِ، پٽ وري سوچڻ لڳو، ته سندس پيءُ ڪيڏو نه نرموهي يا ڪٺور آهي. هن اڄا تائين اهو به نه پڇيو آهي، ته مونکي گهڻا ٻار آهن؟ يا ٻار آهن ڪٿي، مان ساڻن گڏجان ته سهين. ها باقي ڪيتري نه آسانيءَ سان چئي ڏنو اٿس، ته مان پنهنجي سڄي جائداد تنهنجي يا ٻارن

جي نالي ٿو ڪرڻ چاهيان.

پٽ کي ياد آيو، ته جڏهن پٽس گهر ڇڏي هليو ويو هو، تڏهن کيس ڪوبه پيار ڪونه جاتو هو. بس اجا سندس شادي مس ٿي هئي، جو ڪجهه مهنن کان پوءِ، دهليءَ وڃڻ جو بهانو ڪري، سندس پيءُ گهر مان فرار ٿي ويو هو. تنهن ڪانپوءِ، اڄ اچي کيس پنهنجي گهر وارن جي ياد آئي آهي.

تڏهن ڪاوڙ ۾ پٽ پيءُ کي گهڻو ئي گهٽ وڌ ڳالهايو، ته جڏهن سندس پنهنجي گهر وارن لاءِ ڪو فرض هو، تڏهن هو عشق جي چڪر ۾ ڦاسي مزا ماڻيندو رهيو. ۽ هاڻي جڏهن هوُ مس مس وڃي دال روٽي ڪمائڻ لائق، يا پنهنجن پيرن تي بيهڻ لائق ٿيا آهن، تڏهن کيس گهر وارا ياد پيا آهن، ته هوُ جڏهن اجا ٽائين سندس آسري ۾ ويٺا هوندا. يا جڏهن ته هو اجا واٽ نهاريندا هوندا ته ڪڏهن سندن پيءُ، سندن لاءِ ناڻي جا انبار ڪمائي ٿو موٽي؟

پيءُ سڀ پڌندو رهيو. هن ڏٺو ته ڳالهين ئي ڳالهين ۾ سندس بيڙي وسامي وئي هئي. هڪ ٻيرو ورِي بيڙي دکائي پٽس چيو، "جڏهن تون ايترو ڪجهه چئي چڪو آهين، ته هڪ ڳالهه مان به توکي ٻڌائي ڇڏيان. پنهنجي جائداد وغيره مان شايد توهان ماٺهن کي نه ڏيان ها. اهو سڀ ڪجهه منهنجي پيدايي جو سهارو هو. ۽ اهو به سچ آهي، ته اڄ جي انسان کي جيترو مطلبي ٿيڻ کپي، اوترو ئي مطلبي مان به آهيان. پر حقيقت ته اها آهي ته مونکي هڪ ئي وقت ٻه ٻه بيماريون اچي لڳيون آهن. هڪ ته ڪينسر آهي، ٻيو رکي رکي مونکي دل جي تڪليف محسوس ٿيڻ لڳي آهي، گهٽائي ٻيرا ائين ٿيو آهي، ته بس، وسڪي ويس. پر وري نه ڄاڻ ڪهڙي ڳالهه آهي، يا ڪهڙو موه آهي، جو مان بچيو ٿو وڃان. پر هاڻي ته خير، ڊاڪٽرن جي ڳالهين مان به لڳي ٿو، ته مان ڪجهه ئي ڏينهن جو مهمان آهيان. خبر نه اٿم، ته منهنجو موت ڪينسر وگهي ٿيندو، يا دل ٽٽڻ سبب. پر ٿيندو جلد. اها ته پڪ سمجهه."

پٽ کي لڳو ته پيءُ بلڪل صاف يا سڌي ڳالهه چئي رهيو هو. سندس ڇهري تي اهڙيون ڪي به رڪاوٽون نه هيون، جي هڪ ساڌارڻ شخص جي ڇهري تي هجن، جنهنکي اها خبر پئجي وئي هجي، ته هوُ هاڻي بس،

ڪجھ ڏينهن جو مهمان آهي.

تڏهن پٽ ڏاڍي ڌيان ۽ باريڪيءَ سان، پيءُ جي سرير کي ڏٺو. جيتوڻيڪ پٽس ڀرين ڏاڙهي ڪونہ رکائيندو هو، پر تڏهن بہ ڏاڙهيءَ ۾ لڪل پيءُ جو چهرو، پٽ کي تمام ڪمزور لڳو. کيس لڳو تہ پٽس جي ٻانهن ۽ سرير ۾ انيڪ گهنج پئجي چڪا هئا. سندس اڳ واري، يا جوانيءَ واري سونهن نہ ڄاڻ ڪيڏانهن غائب ٿي وئي هئي.

هونئن، پيءُ لاءِ نفرت تہ سندس من ۾ تڏهن ئي پيدا ٿي چڪي هئي، جڏهن سندس گهر ڇڏي وڃڻ جي ڪجھ عرصي ڪانپوءِ، سندن هڪ پاڙيسريءَ اچي کين ٻڌايو هو تہ سندن پيءُ جهڙو هڪ شخص کيس آسام ۾ گڏيو هو. هن ساڻس ڳالهايو بہ هو. پر اڳلي ئي کيس پنهنجي سڃاڻپ بابت غفلت ۾ وجهي ڇڏيو هو، تہ هن ڪنهن غلط ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

تہ پيءُ لاءِ نفرت تہ سندس من ۾ تڏهن ئي پيدا ٿي چڪي هئي. سوچيو هئائين، تہ پٽس ڪيترو نہ مطلبي شخص نڪتو، جو گهر جي ذميوارين کان منهن موڙي، جهنگ منهن ڏيئي هليو ويو هو. پر کيس پيءُ تي ديا صرف انڪري پئي آئي، تہ ٻڌو ڪيڏيون نہ آسون اُميدون رکي آيو هوندو، تہ مالتي کيس واپس آيل ڏسي، ڪيئن نہ گد گد ٿيندي، ۽ ڪيئن نہ اچي ساڻس سڪ سان گڏجندي. يا خود پٽس ئي ڪيئن نہ پيرين پئي ساڻس عزت سان گڏبو. پر هتي تہ قصو ئي اُلٽو هو. نہ ئي ٻڌي جي مالتي جيئري هئي، ۽ نہ ئي پٽ سندس عزت ڪري رهيو هو.

تڏهن نہ ڄاڻ ڇا سوچي، پٽ پيءُ کان پڇيو، "ڪجھ کاڌو اٿو؟"

"نہ". پيءُ صرف هڪ لفظ وارو جواب ڏنو.

"کائيند؟"

"ها، کائيندس... بک بہ لڳي آهي. ڀرين سوچيم، تہ ڪنوار کان گهري ٿو وٺان پر وري ڏٺم تہ تنهنجي اچڻ جو وقت ٿي ويو هو. ان ڪري سوچيم- گڏجي کائينداسين."

"هون." چئي پٽ چپ ٿي ويو.

تنهن اوچتو ئي پٽ کي لڳو، تہ نہ ڄاڻ ڇو، پيءُ جي لاءِ سندس من ۾ ٿوري نرمي ايندي پئي وئي.

پٽ کي تنهن کجهہ سُجهير ئي ڪا نہ ٿي، تہ پيءُ سان هاڻي هو ڪهڙيون يا ڪهڙيون ڳالهيون ڪري. تنهن نين ئي هن پيءُ کان پڇيو. "هيءَ ڏاڙهي ڇو رکائي اٿو؟"

پهرين جيان ئي گنڀير انداز ۾ پيءُ چيو، "هاڻي ڪنهن جي لاءِ لاهيان؟ جوانيءَ ۾ تنهنجو هيءُ پيءُ چڱو خاصو خوبصورت لڳندو هو. تنهن روز ڏاڙهي لاهيندو هوس. هاڻي تہ بس..." جملي کي اڌورو ڇڏي ئي پيءُ چپ ٿي ويو.

پٽ کي بہ ٻيو ڪجهہ ڳالهائڻ لاءِ نہ سجهيو تہ هو اُٿي ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو.

تنهن ترت ئي پٽس وري ڪيس سڏ ڪيو، ۽ ڪيس پاڻيءَ جو هڪ گلاس ڀري آڻڻ لاءِ چيائين.

پٽ پاڻي ڀري آيو تہ پيءُ وري چيو، "مونکي اڄ وري دل جي تڪليف محسوس ٿي رهي آهي. ڪٿي ائين نہ ٿئي، تہ مان هتي مري پوان، ۽ جائداد وغيره جي وصيعت جو ڪم اڌ ۾ رهجي وڃي."

پٽ چيو، "جي وڌيڪ تڪليف محسوس ٿيندي هجيو تہ ڊاڪٽر کي گهرائي وٺان."

پٽ کي اتي هڪ ڀيرو وري محسوس ٿيو تہ ڪيس ڇا ٿي رهيو آهي؟ پيءُ ڏانهن سندس رخ ايترو نرم ڇو پيو ٿيندو وڃي؟

پر پيءُ چيو، "نہ نہ، مون وٽ ڪجهہ گوريون آهن. تو رڳو ٿورو پاڻي ڏي."

بدي ۾ ڇڻن قسمن جون ننڍيون وڏيون گوريون پاڻيءَ سان ورتيون گوري ولندي بدي جي نظر پٽ ۾ لڳل مالتيءَ جي فوٽي ڏانهن کڄي وئي. هوءَ ڪجهہ دير لاءِ ٻڪ ٽڪ ان فوٽي ڏانهن نهاريندو رهيو.

ڏٺو تہ اهو سڀ پٽس بہ، پر هن اهڙي ڏيکاري ڏني، ڄڻ پيءُ جي اُن نهار ڏانهن هن جو ڌيان بلڪل ڪو نہ هو.

ان بعد رڌڻي ۾ ويو، هن جوءِ کي روٽي تيار ڪرڻ لاءِ چيو. گڏوگڏ ڪيس اهو بہ چيائين تہ بابي لاءِ پرهيز جو کاڌو ٺهندو، چاڪاڻ جو

ڪينسر جي بيماريءَ سان گڏ ڪيس دل جي تڪليف بہ آهي. جيتوڻيڪ پٽس ڪيس ڪاڏي وغيره بابت ڪا بہ اهڙي ڳالھ ڪا نہ چئي هئي، تڏهن بہ هن زال کي چيو تہ بابي لاءِ پرهيز جو ڪاڏو ناهي.

۽ اتي ئي وري هن پنهنجي زال کي اهو ٻڌايو تہ ڪيئن پٽس آسام جي ڪنهن عورت جي چڪر ۾ ڦاسي ويو هو. ۽ ڪيئن ان عورت پنهنجو سڀ مال اسباب، جايون جڳهيون، مطلب تہ سڄي جائداد بابي جي نالي ڪري ڇڏي. هاڻي اها عورت پاڻ تہ مري وئي آهي. ۽ بابي کي بہ ڊاڪٽرن جي ڳالھين مان لڳي ٿو، تہ هو هاڻي وڌيڪ وقت جيئرو نہ رهي سگهندو.

پوءِ وري آخر ۾ جڻ ڪا رازدار ڳالھ ٻڌائڻ جي انداز ۾ هن جوءِ کي ٻڌايو تہ ڪيئن بابو پنهنجي سڄي جائداد هاڻي اسان سڀني جي نالي ڪرڻ ٿو چاهي.

جوٽس سڀ ٻڌندي رهي. پر هن پنهنجي طرفان ڪجھ بہ ڪو نہ چيو. صرف هڪ هلڪي مرڪ هن جي چپن تي آئي ۽ گم ٿي وئي.

پٽ وري پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. هن ڏٺو تہ پٽس جو، بيڙيون ڇڪڻ اڃا بہ جاري هو. پٽ کي لڳو تہ پٽس کي بيڙين ڇڪڻ جي ڪيتري نہ خراب عادت آهي، جو وچي ٿو هڪ ٻئي جي پٺيان بيڙيون ڇڪيندو.

تڏهن هن وري پيءُ کي چيو، "ڪينسر ۾ ڊاڪٽر بيڙيون ڇڪڻ کان منع ڪو نہ ڪندا آهن ڇا؟ اسان تہ ٻڌو آهي، تہ تماڪ ڪينسر لاءِ تمام خراب چيز آهي... تہ ڇا، ڊاڪٽر توهان کي بيڙيون ڇڪڻ کان روڪين ڪو نہ ٿا؟"

پيءُ چيو، "ها، روڪيندا آهن. پر هاڻي ڇا آهي. جڏهن موت اچڻو ئي آهي، تہ ٻہ ٽي ڏينهن اڳ اچي يا ٻہ ٽي ڏينهن پوءِ، ڪهڙو فرق ٿو پوي.

پيءُ جي ان جواب تي پٽ کي غصو تہ آيو، پر من ئي من ۾ جڻ ڪجندي هن سوچيو: وچي مري... جڏهن ڪنهن کي خود ئي پنهنجي حياتيءَ جو فڪر ڪونهي تہ پوءِ ڀلا اسان جي مٿي ۾ وري ڪهڙو اچي سور پيو آهي. وچي مري.

تنهن پڻ کي هڪ عجيب ڳالھ ڌيان ۾ آئي. هن کي لڳو، ته هيتري دير ۾ هنن ٻنهي جي هيڏي گفتگوءَ جي دوران هڪ ڀيرو به پنهنجي مرڪي نه ڳالهايو هو. صرف گفتگوءَ جي وچ ۾ رکي رکي هن کنگهيو ضرور هو. کنهن کنهن ته لڳاتار ئي.

۽ اُتي ئي، من ئي من ۾ پڻ سوچيو، ته هاڻي هوُ پيءُ سان کهڙيون ڳالهيون ڪري. ڪيس ائين به محسوس ٿيڻ لڳو ته پنهنجي واري جائداد وغيره جي ڳالھ ڏانهن، هوُ هاڻي ٿورو جهڪڻ لڳو هو. تنهن وري کيس ماءُ جي ياد آئي، ته سوچيائين ته. اهڙي پيءُ سان کهڙي صلح ڪجي، جو سندس ماءُ جي پاوناڻن جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ ئي، گهر وارن کان منهن موڙي، ڪنهن ٻئي پاسي هليو ويو. ۽ هوڏانهن ماڻس ويچاري مرڻ گهڙيءَ تائين، پتيءَ جي درشن لاءِ سڪندي رهي. هن سوچيو، ته...

تنهن پيءُ ڏانهن نهاري ٿورو ڪنور ٿيندي پڻ وري چيو، "بقو، روٽي اسين گڏ کائون ٿا. ان کان پوءِ، توهان کي جتي وڻي، اُتي هليا وڃجو. اسانکي توهان جي جائداد وغيره کانه کپي. توهان جي مرضي، ڪنهنکي به ڏيئي ڇڏجو. هونئن توهان واري هيءَ اين ڏاڏن جي جڳھ ئي اسان لاءِ ڪوڙ آهي."

پيءُ جي چهري مان لڳو، ته پنهنجي جي اهڙي ڳالھ سان جڻ سندس لاءِ ڪو خاص فرق پيدا ڪونه ٿيو هو. هن چيو صرف اوترو ئي، "ڏس سوچي وٺ. پاڻ مٽي کانپوءِ، دنيا مري ويندي آهي. مون لاءِ ڪو فرق ڪونه پوندو. ڪجھ ٿيندو به ته توهان جي لاءِ، ۽ هڪ طرح منهنجو به ٿورو قرض لهي پوندو. جوانيءَ ۾ جنهن منهنجو توهان لاءِ ڪو فرض هو، اهو مان پورو نه ڪري سگهيس، ته ان جو ڪجھ حصو هاڻي ئي نباهي وٺان. رهي ماليتيءَ جي ڳالھ، سو ان کان ته..." اڳتي پنهنجي ڪجھ ڪونه ڳالهايو. پر هن پنهنجي جملي کي اڌ ۾ ڇڏي مٿي آسمان ڏانهن ائين نهاريو، جڻ چوندو هجي: ته ماليتيءَ کان ته مان مٿي ئي وڃي معافي وٺندس.

ان وچ ۾ پڻ کي ڌيان آيو، ته شايد روٽي تيار ٿي وئي هوندي. جوءِ کان اهو پڇڻ لاءِ هو وري رڌڻي ڏانهن هليو ويو.

روٽي قريب قريب تيار ٿي چڪي هئي. جوڻس جيسين روٽي پائي،

تيسين هن پاڻي پري ٻيءُ جي سامهون آڻي رکيو. هو وري رڌڻي ۾ زال وٽ وڃي ويهي رهيو.

جوڻس روٽي پاڻ لڳي، ته هن وري جوءِ کي سرهستي ڳالهه ڪري ٻڌائي، ته ڪيئن هن ٻيءُ کي چيو آهي، ته روٽي ڪائي توهان ٻلي ڪيڏانهن ٻه هليا وڃو. اسانکي توهان جي جائداد وغيره جي ڪا ٻه لالچ ڪانهي.

ڪجھ سوچي جوڻس صرف ايترو چيو ته: پنهنجي ني ٻيءُ سان هروڀرو ايترو سخت ٿيڻ ٺيڪ ناهي. توهان کي ٻيءُ جي دل رکڻ کپي.

هڪ ڪن لاءِ وري پٽ جي دل نرم ٿي وئي، سوچيائين: ته پوءِ 'ها' ڪئي ڪريان.

تڏهن وري پٽ کي لڳو، ته ها، هن ڪان اڳ هو شايد ڪجھ غلط سوچي ويٺو آهي، يا غلط قدم کڻي ويٺو آهي.

روٽي وغيره کڻي هو ڪمري ۾ ويو، ته ڏٺائين ته پڻس اکيون ٻوٽيو، آرام ڪرسيءَ تي اهليو پيو آهي. بلڪل ساڳيءَ ريت، جهڙي نموني شروع شروع ۾ گهر ۾ گهڙڻ سان ني ڪيس ڏٺو هئائين. ٻيڙي هن جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ جڻ چنبڙي پيئي هئي. فرق صرف ايترو هو، ته هاڻي پڻس جي چپن تي هڪ هلڪي مرڪ هئي.

تڏهن پٽ ڏٺو ته پڻس جي ٻن آڱرين جي وچ ۾ جهليل ٻيڙي وسامي چڪي هئي.

تڪڙ ۾ روٽي ٽيبل تي رکي، هو جوءِ کي سڏي آيو. پڻس اڃا ٻه پنهنجي ڪنهن ٻت جيان، اکيون پوريو، آرام ڪرسيءَ تي آهليو پيو هو.

ڪجھ دير هو ٻئي غور سان ٻڍي جي چهري ڏانهن نهارڻ لڳا. پوءِ وري حيرت وچان هڪ ٻئي ڏانهن ني نهارڻ لڳا.

حقيقت ۾، ڏاڙهيءَ ۾ لڪل، ٻڍي جي سخت چهري مان هو اهو اندازو نه ٻئي لڳائي سگهيا، ته ٻڍيو جيئرو آهي يا مري ويو.

پٽ کي تڏهن، ڪجھ دير اڳ جو، پنهنجو هڪ سجايل سپنو، ٽڙندو پکڙندو نظر آيو.

سنڌس دل ۾ آيو ته ٽيبل تي رکيل، پڻس جي لائيٽر سان، هو سنڌس

هٿ واري ٻيڙي ڏکائي ولي، ۽ ٻيءَ جي ڪلهن کي هلڪو جهٽڪو ڏيئي، کيس جاڳائي، ته: اٿو مان روٽي کڻي آيو آهيان.

ٻيءَ جي سخت، ڇهري تي اچا ۽ مرڪ ڦهليل هئي، ۽ ٻن کي همٿ ٿي نه پئي ٿي، ته هو ٻيءَ کي جاڳائي، يا لاٽينر سان سندس ٻيڙي ٿي کڻي ڏکائي.

... ۽ هوڏانهن جوٽس ته روٽڻ ٿي شروع ڪري ڇڏيو هو.



# وقت جي اُن وٿيءَ بعد

اڄ وري هوءَ اُن چائنٽ تي موٽي آئي آهي.

گهر پهچڻ ۾ کيس ڪا تڪليف ڪا نه ٿي هجي، اهڙي ڪا ڳالهه ڪانه هئي. سڀ ڪجهه جاتل سڃاتل هو. شهر جي ريلوي اسٽيشن، شهر جا ننڍا وڏا رستا، گهر ڏانهن ويندڙ گهٽين جا گهماءُ، سڀ ڪجهه تہ سندس جاتل سڃاتل هئا. فرق جي ڪو پيو هو، تہ بس- وقت جو. اُنهن سڀني گهٽين ۽ رستن جي سڃاڻپ ڪان منهن موڙي، اٽڪل ٻہ ٽي سال اڳ، هوءَ پنهنجو شهر ڇڏي هلي وئي هئي. هلي جا وئي هئي، پنهنجي پريميءَ سان گڏ ڀڄي وئي هئي.

ها، هڪ ڳالهہ ۾ هڪجهڙائي ضرور هئي. ۽ اُها هئي راڌا جي پيرن جي ڏڪڻيءَ ۾، تڏهن بہ هن جا پير ڪنبيا هئا، جڏهن رات جي اوندهہ ۾، ڊبيل قدمن سان، پنهنجي ئي گهر جي چائنٽ هن اورانگهي هئي. سياري جي اُن رات، جڏهن سندس گهر جا ڀاتي ۽ پاڙي وارا لڳ ڀڳ ننڊ ۾ غلطان هئا، تڏهن هڪ ڀيرو، هن، گهر جي سڀني سمهيل ڀاتين ڏانهن نهاريو هو. هن جو پڊيو پيءُ، اُن وقت کونگهرا هڻي رهيو هو. هونئن، پڊي پيءُ جا کونگهرا تہ هوءَ روز ئي ٻڌندي هئي. خاص طور، گذريل ڪجهہ ڏينهن کان جڏهن گهر جا سڀ ڀاتي سمهي پوندا هئا. پر هوءَ، ڪوشش ڪندي، چاهيندي بہ، سمهي نہ سگهندي هئي. رات جي خاموش لمحن ۾ کيس، پنهنجي پريمي راڪيش جي ياد ايندي هئي. ۽... ۽ هوءَ اُنهن سڀني خوشگوار خوابن ۾ کوهجي ويندي هئي. سپنن ۾ گم ٿي ويندي هئي، ۽ تڏهن جيڪڏهن پڊيو پيءُ کونگهرا هڻڻ شروع ڪندو هو، تہ راڌا کي لڳندو هو تہ ڪو راڪاس سندس سپنن ۾ خلل وجهي رهيو آهي. تڏهن سندس دل ۾ ايندو هو تہ پيءُ کي جاڳائي هوءَ کيس چوي، تہ: ذرا پاسو ورائي سمهو نہ. توهان جا هيءُ کونگهرا اسان کي سمهڻ ڪونہ ٿا ڏين.

پر... پر پيءُ جي سخت سپاڻ کي ڌيان ۾ رکي، هوءَ ڪڏهن پيءُ جي سامهون اهڙو ڪجهه چوڻ جي همٿ نہ ساري سگهي هئي.

تہ سندس پڻس پيءُ، اُن ڏينهن بہ جڏهن ڪونگهرن ۾ غلطان هو، تڏهن هوءَ بي فڪري ٿي وئي، تہ هن لاءِ چپ چاپ، گهر ڇڏي ڀڄڻ جو هيءُ موزون وقت آهي.

هڪ ننڍو خط، هن گهر وارن لاءِ اڳواٽ ئي لکي رکيو رهيو هو. چپ چاپ هن اُهو خط، ڪليءَ ۾ ٽنگيل پنهنجي خالي ٻنوڻ ۾ وجهي ڇڏيو.

اُن بعد... ونس جيڪو سپني ڪان ستو وڳو هو، اهو ڪڏي هن پاڻي ورتو. تڏهن، اوچتو ئي، الائجي ڇو، سندس اکين ۾ لڙڪ ڀرجي آيا. هوءَ خود بہ نہ پئي سمجهي سگهي، تہ هن جي اکين ۾ هي لڙڪ ڇو تري آيا. سو بہ تڏهن، جڏهن پنهنجو گهر، هوءَ پنهنجي مرضيءَ سان ڇڏي وڃي رهي هئي.

۽ پوءِ، آهستي آهستي هن ٻاهريون در کوليو. اونده ۾ اوچتو ڪجهه ڪتا ڀؤنڪڻ لڳا. پر پوءِ شايد، راڌا کي سڃاڻي، هنن ڀؤنڪڻ بند ڪري ڇڏيو. پهريون ئي قدم کڻڻ سان، کيس لڳو، تہ هوءَ جڻ ڪنهن لڇمڻ ريکا کي اورانگهي رهي هئي.

۽ اڄ...

اُن ئي لڇمڻ ريکا، اُن ئي چائنٽ تي، هوءَ موٽي آئي هئي. اندر گهڙڻ کان اڳ هن جا پير ڏڪڻ لڳا. اوچتو، الائجي ڇو، کيس ائين لڳو تہ سندس ڪڇ ۾ سمهيل ٻار روئڻ شروع ڪيو آهي. هوءَ يڪدم ڪڇ واري ٻار کي سنڀالڻ لڳي. ٻار تہ سمهيو پيو هو. کيس اُن تي، خود ئي حيراني محسوس ٿيڻ لڳي تہ کيس ائين ڇو لڳو؟

لڇمڻ ريکا جي اندر گهڙڻ سان، کيس خبر هئي تہ ڀسم ٿيڻ جو ڊپ هو. ٽانڊن جهڙيون ڪي اکيون هونديون... پيءُ جي ڇپن جي ديوارن کي ٽوڙي نڪرندڙ، ڌماڪن جهڙا ڪي لفظ هوندا، جن جو کيس مقابلو ڪرڻو پوندو.

راڌا کي خبر هئي، تہ پنهنجي پڻي پيءُ جي خوشگوار سپنن سان هن

هٹ چراند ڪئي هئي. هنجي سهڻن خوابن کي هن خاڪ ۾ ملايو هو. پيءُ جي نگاهن ۾ هوءَ هڪ ڏوهارڻ هئي.

هن جي ٻڍي پيءُ کي، تن ڏينهن، پنهنجي ڌيءُ مان سوين اُميدون هيون. هن جو هڪ سپنو هو، جنهن کي ساڪار روپ ڏيڻ لاءِ ٻڍي هڪ ٺڪائيندڙ انتظار جو بار، پنهنجن ڪلهن تي کڻي سويڪار (قبول) ڪيو هو، ته پنهنجي ڀرپور ڪٽنب جي مڙني ڀاتين کي، ۽ برادريءَ کي، هوُ اهو ڏيکاريندو، ته هن پنهنجي ڌيءُ کي اُن لائق بڻائي ڇڏيو آهي ته نوڪريءَ ۾ گهڙندي ئي، هوءَ ڪنهن آفيسر جي عهدي تي لڳندي، ۽ ٻڍي پنهنجي اُن سپني کي ساڪار ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيٽ جا خرچ ڪٽي ٻه ڌيءَ مٿان پئسو لڳائڻ سويڪار ڪيو هو.

پر ٻڍي جي آشائن تي اُن ڏينهن پاڻي ڦري ويو، جڏهن ڪيس خبر پيئي ته سندس ڌيءَ، پڙهڻ ڳڙهڻ ۾ ڪجھ ڪري ڏيکارڻ بجاءِ، ڪاليج جي ڪنهن راڪيش نالي ڇوڪري سان عشق لڙائڻ لڳي هئي. ڪيس لڳو هو ته پنهنجن سپنن کي ساڪار روپ ڏيڻ لاءِ هڪ هڪ پٿر چونڊي، هن جيڪو رستو جوڙيو هو، اُن ۾ هڪ وڏو ڏار پئجي ويو هو.

۽ پوءِ، ٻڍي اُن ڏينهن خود کي بيحد شرمسار محسوس ڪيو هو، جڏهن سندس هڪ پاڙيسريءَ کيس اچي ٻڌايو هو ته هن راڌا کي ڪنهن ڇوڪري سان گڏ سئنيما هال ۾ ڏٺو هو. ۽ فلم هلندي هلندي جهڙي قسم جون حرڪتون هوُ ڪري رهيا هئا، اُهي ڏسنديئي، شرم کان سندس ئي ڪنڌ هيٺ ٿي ويو هو.

ايترو چئي، پاڙيسري ته هليو ويو. پر ٻڍو ته چڻ پاڻي پاڻي ٿي ويو. هن جي اکين جي سامهون چڻ اونده ڇانئجي وئي. سندس سپنا ساڪار نه ٿين ها، ان جو ايترو ڏک ٻڍي کي نه ٿئي ها، جيترو کيس هاڻي ڌيءَ جي بيهودي حرڪت ٻڌڻ کان پوءِ محسوس ٿي رهيو هو. کيس ائين لڳڻ لڳو، چڻ گهر جي عزت تي، سئنيما هال جي اونداهين ۾ ڪير ڪارنهن لنبي ويو هو.

اُن رات گهر ۾ خوب هنگامو متو. ٻڍي خوب چلايو هو. تنهن ڏينهن... عورتن جيان، ديوارن سان مٿو ٽڪرائي ٽڪرائي، هن پاڻ زخمي ڪري ڇڏيو هو. کيس سمجھ ۾ ئي نه پئي آيو ته هي سڀ ڇا ٿي

رهيو هو؟ ڪهڙين ٻه اوڻيه ويه حالتن ۾، هن پنهنجي گهر جي عزت کي ڪنهن معصوم ٻارڙي جيان حفاظت سان سنڀالي رکيو هو... ۽ اڄ... اڄ سندس رت ئي، سندس ئي داغ ڪپڙن تي گهرا داغ لڳائي ڇڏيا هئا.

جڏهن چلائي چلائي ٿڪجي پيو، تڏهن ٻڍي جون وري اکيون ڀرجي آيون. ڪهڙين ٻه مصيبتن ۾ ٻڍيو رنو ڪونہ هو. هر مصيبت جو، هن کلندي کلندي، همٿ سان مقابلو ڪيو هو. پر ٻڍيو، اڄ پنهنجن لڙڪن کي روڪي نہ پئي سگهيو. اڄ جڻ ڪنهن سندس مرم تي زوردار وار ڪيو هو. ان رات نہ ڄاڻ ڪيترئ دير تائين هو روئندو رهيو.

صبح ٿيندي ئي، هنجو هردو جڏهن ڪجهہ ٿڌو ٿيو، تڏهن، هن گهر وارن کي، پنهنجي فيصلي کان صاف صاف واقف ڪيو تہ اڄ کان پوءِ راڌا نہ تہ ڪاليج ويندي، ۽ نہ ئي گهر کان سندس قدم ٻاهر نڪرندو.

راڌا چپ چاپ اهو سڀ ٻڌي رهي هئي. هن جي سامهون هڪ تہ ٿهيل ٿڪيل ماءُ پيءُ جو گهر هو. جتي هوءَ رهيل هئي. ۽ ٻئي پاسي، تئين گهر جوڙڻ جو هڪ سپنو هو، جو هن راڪيش سان گڏ رهي پورو ڪرڻ ٿي چاهيو.

اُن گهڙيءَ (واقعي) کان پوءِ، ان گهر ۾ اِهو ضرور ٿيو هو، جو ٻڍي پنهنجي ڌيءَ سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڇڏي ڏنو هو. هو ڪڏهن، اک کڻي ٻه ڌيءَ ڏانهن نہ نهاريندو هو ۽ هوڏانهن راڌا کي ٻه ڪڏهن همٿ نہ ٿيندي هئي جو هوءَ ڪڏهن پيءُ سان اک ٻه ملائي سگهي.

۽ اُنهن ئي ڏينهن ۾ ٻڍي اِهو فيصلو ڪري ورتو، تہ هو هاڻي جلدئي راڌا جي شادي ڪرائي ڇڏيندو. هن ڪيترن ئي دوستن خواهہ رشتيدارن کي راڌا لاءِ ڇوڪرو ڳولهڻ واسطي خط لکڻ شروع ڪري ڇڏيا. ۽ هو بس، پوءِ انتظار ڪرڻ لڳو تہ ڪٿان ڪنهن جوڳي گهر سان ڳالهہ ٻولهہ ٿئي تہ هو راڌا جو رشتو پڪو ڪري ڇڏي.

اُن باري ۾ اجا ڪجهہ طئہ ٿئي ئي ٿئي، اُن کان اڳ ٻڍي جي ٻاونائن تي هڪ ٻي چوٽ لڳي، جڏهن هڪ صبح جو اُٿندي ئي، گهر وارن ڏٺو تہ راڌا گهر ۾ موجود ڪانہ هئي.

گهر جي ڪنڊ ڪڙڇ، پاڙي جو هر هڪ گهر هنن ڳولهيو. پر راڌا جو ڪٿي ٻہ ڪو نالو نشان ڪونہ هو. تڏهن وري بيحد ڳولها ڪرڻ بعد،

ڪلهيءَ ۾ ٽنگيل هڪ خالي پرس ۾، ڪين راڌا جو خط هٿ اچي ويو. خط ۾، بس، صرف چند لفظ ئي هئا:

'هيءَ گهر، هڪ نہ هڪ ڏينهن مون کي ڇڏڻو هو. تنهن شايد اهو سڀ، گهر وارن جي مرضيءَ سان ٿئي ها. پر هاڻي مان پنهنجي ئي مرضيءَ سان گهر ڇڏي وڃي رهي آهيان. شايد اهو لکڻ جي ضرورت ناهي تہ حياتيءَ جي ايندڙ سفر ۾ راڪيش بہ مون سان گڏ هوندو. مان تہ توهان سڀني کي ياد ڪندي رهنديس. توهان کي بہ ڪڏهن جي رتَ جي ڇڪ ستائي، تہ پنهنجي هن ڌيءَ کي ضرور ياد ڪجو.'

خط جي اُن ننڍڙي ذخيري کي پڙهڻ بعد، ڪجهہ دير لاءِ تہ گهر ۾ ڄڻ سناٽو ڇانئجي ويو. ائين پئي لڳو ڄڻ گهر وارا اهو طئہ نہ پئي ڪري سگهيا تہ اُن حالت ۾ هو روئن، رڙيون ڪن يا چپ چاپ اِيڏو وڏو زهر جو ڍڪ پي وڃن.

جيئن تيئن اُهو ڏينهن تہ هنن چپ چاپ ڪڍي ورتو. هونئن، سڄي ڏينهن جي ڪافي سوچ ويچار ڪانپوءِ اُهو طئہ ڪري ڇڏيو هئائون تہ ڪنهن بہ طرح جي ڳولها وغيره ڪرڻ، اخبارن ۾ اشتهار ڏيڻ يا ريڊيو تي اناؤنس ڪرائڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي. ائين ڪرڻ سان تہ پاڻ جن کي خبر نہ هوندي، اُنهن کي بہ پوندي ۽ گهر جي عزت تي داغ لڳندو. ان ڪري گهر جي سڀني ڀاتين کي، چپ رهڻ ئي بهتر لڳو.

ٻيڙي گهر وارن کي سمجهائي ڇڏيو هو، تہ ڪو پاڙيسري يا مِٽ مائٽ، راڌا لاءِ جي پڇي بہ ڪٿي، تہ سڀني کي هڪ ئي جواب ڏنو وڃي، تہ راڌا ناناڻن ۾ گهمڻ ويئي آهي.

پر ٻئي ڏينهن ئي راڪيش جي گهر وارا، هنن جي گهر اچي ڪڙڪيا ۽ لڳا ٻيڙي سان گارگند ڪرڻ. راڪيش جي ٻيڙيءَ ماءُ تہ راڌا جي گهر وارن کي ايتري قدر بہ چئي ڪڍيو، تہ: ڪڍيو پنهنجي ڇوريءَ کي ٻاهر... حرامزادڙ، ڪٿي لڪائي وهاريو اٿوَ، اسانجي لال کي؟ جيڪڏهن ائين بنا ڏيتي ليتيءَ جي ئي ڇوريون ڪڍڻيون اٿوَ، تہ پوءِ وڃ بزار ۾ وڃي ويهاريو نہ پنهنجي ڪکَ جي پترن کي.

۽ اهڙو ئي ڪيترو ڪجهہ گهٽ وڌ ڳالهائي، راڪيش جي گهر وارا

۽ هليا ويا. پر پڌي کي لڳو، ته هن نادان ڇوريءَ جي ڪارڻ، سماج ۾ هن جو اهڙو ته نڪ ڪپيو آهي، جو هُو وري شهر ۾ ڪنڌ کڻي هلي ئي نه سگهندو. عزت جي ناتي وٽس هاڻي هو ئي ڇا؟

بس، اُن ڏينهن پڌي اِهو طئه ڪري ڇڏيو ته راڌا واسطي، هن گهر جا دروازا سدائين لاءِ بند ٿي ويا آهن، هاڻي اسان کي سندس شڪل به ناهي ڏسڻي.

هونئن، پڌيو هاڻي بيحد اُداس رهڻ لڳو هو. پهرين هو روئي ڪائڻ ڪانپوءِ، منجهند خواه رات جو، ڪالونيءَ جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين، کاڌو هضم ڪرڻ لاءِ چڪر پيو هڻندو هو. پر هاڻي هن اُهو بند ڪري ڇڏيو. چپ چاپ، اُداس، اُداس، گهر ۾ ئي ويٺو هوندو هو.

هاڻي، هن جي گهر وٽان لنگهندي، جي ڪو شخص، هن جي گهر ڏانهن نهاريندو به هو ته پڌي کي لڳندو هو ته اُن شخص کي شايد خبر آهي، هن گهر جي جوان ڇوري گهر مان ڀڄي وئي آهي. تڏهن پڌي کي لڳندو هو، ته سندس گهر وٽان لنگهندڙ هر شخص جڻ اکين معرفت هن جي گهر تي، گهر جي عزت تي ٺڪون هڻندو هجي.

من ۾ پيدا ٿيل اِن شڪ جي ڪارڻ، پڌي هاڻي پنهنجين درين تي پردا لڳائي ڇڏيا هئا. ائين ڪرڻ سان کيس لڳندو هو ته گهر جي ننگي ٿيل عزت کي هن جڻ ڪپڙا پهرائي ڇڏيا هئا.

هوڏانهن راڌا کي خبر هئي، ته سندس گهر ڇڏي ڀڄي وڃڻ کانپوءِ، گهر وارن جي ڪهڙي حالت ٿي هوندي. کيس اِها به ڄاڻ هئي ته گهر وارن، اڳتي لاءِ راڌا بابت ڪهڙا ڪهڙا نه ڪنور فيصلا ڪري ڇڏيا هوندا.

پر اڄ... جڏهن هوءَ پنهنجي گهر جي چانئٺ تي موٽي آئي آهي، ته کيس ائين محسوس ٿيڻ لڳو آهي، ته تڏهن جي ڪيل غلطي سندس ڪانه هئي. پر اها غلطي ٻي سمجهه ۽ چنچل عمر جي هئي. کيس پڪ هئي ته، سندس موٽڻ تي، ٿوري دير لاءِ گهر وارا ناراض ضرور ٿيندا، شايد ڪجهه گهٽ وڌ به چون، پر پوءِ پنهنجي ئي رت جي ڇڪ کين حالتن اڳيان جهڪائي ڇڏيندي.

ڪڇ ۾ ڪنبل ٻار کي، هن هڪ ڀيرو وري چتائي ڏٺو. ۽ ٻار ته ماءُ جي من اِستثنيءَ کان پري، آرام سان سمهيو پيو هو.

تڏهن هن ڌيري سان دروازو ڪڙڪايو. در ڪڙڪائيندي ئي، هن جي دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي ويئي... خبر ناهي، ڪير اچي دروازو کوليندو؟ کيس لڳو ته جيڪڏهن سندس ٻڍي پيءُ اچي دروازو کوليو ته کولڻ جي بيءَ کن، هو يڪ ئي پڪ دروازو ذور سان بند ٻ ڪري ڇڏيندو.

ته پوءِ هوءَ ڪيڏانهن ويندي. اِن ڪارڻ هوءَ اندر ئي اندر ڏڪي وئي. ڪجهه دير تائين دروازو نه کليو ته هن وري دروازو ڪڙڪايو.

تڏهن، اندران اينڊڙ پيرن جي آهٽ مان کيس لڳو، ته ڪي ٻه ننڍڙا اگهاڙا پير، دروازي ڏانهن شايد ڊوڙندا پئي آيا.

هن جي ننڍي ڀاءُ اچي دروازو کوليو. راڌا کي آيل ڏسي، چوچ وچان ڪڏندو هو واپس گهر اندر هليو ويو، ۽: "راڌا ديدي آئي آهي... راڌا ديدي آئي آهي." رڙيون ڪندي سڀني کي راڌا جي موٽي اچڻ جي خبر ٻڌائڻ لڳو.

اهڙي اوشواس جوڳي ڳالھ لاءِ، پڪ ڪرڻ خاطر، گھر مان ڀيو ڪو ٻاهر اچي ئي اچي، اُن کان اڳ، ڪنبندڙ قدمن سان، راڌا اندر وڃڻ لڳي.

اندر ويندي ئي، اول ته هن جون اکيون مٿي ئي نه پئي کڄيون. ۽ پوءِ، جيئن تيئن ڪري، ڪنڌ مٿي کڻي، ويچارين نگاهن سان هن ماءُ طرف نهاريو. هن سوچيو ته اِهو هو ته گهر ويندي ئي کيس ڳاڙهين اکين جو مقابلو ڪرڻ پوندو. ۽ سندس ماءُ پيءُ جن نگاهن سان ڏانهنس نهاريو، اُنهن نگاهن جي نهار کي هوءَ ڪو ناءُ نه پئي ڏيئي سگهي.

تڏهن وري آهستي سان، سندس چپ کليا، "امان" ماٺس جي منهن مان ڪو اکر ئي نه نڪتو. هوءَ ته بس ڪٺ تان آئي، چپ چاپ ڏانهنس وڌڻ لڳي. راڌا کي لڳو ته ماٺس، پڪ ئي پڪ، کيس ٻانهن کان جهلي، ڌڪو ڏيندي، ته: نڪري وڃ هن گهر مان... ڇو آئي آهين؟ ڪهڙو منهن کڻي آئي آهين؟

۽ بجاءِ اهڙو ڪجهه ڪرڻ جي، ماٺس، ننڍڙو ٻار راڌا جي ڪڇ مان وٺندي، کانئس پڇيو، "ڪنهن جو ٻار آهي؟"

کو جواب ڏيڻ بجاءِ، راڌا پنهنجون اکيون کٽي هيٺ ڪيون. راڌا جي اِئين ڪرڻ سان، پدمي سمجهي وئي ته ٻار راڌا جو ئي آهي.

تنهن وري ماڻس ٻيو سوال پڇيو، "ڇوڪرو آهي يا ڇوڪري؟"

"ڇوڪرو." راڌا بس اهو ئي هڪ لفظ جو جواب ڏنو.

"ڪڏهن ڄائو؟ تو ته اسان کي ڪو حال احوال ئي ڪونه ڏنو؟" ماڻس چيو.

اِن ڳالهه جو به راڌا ڪو جواب ڪونه ڏنو. جواب ڏئي به ڪهڙو ها؟ هن ته ڪڏهن ڪو به خط گهر وارن کي نه لکيو هو. هڪ ڀيري راڪيش هڪ خط ضرور لکيو هو، هنن کي صرف اها ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ته هاڻي هو ڪٿي رهندا آهن. خط ۾ راڪيش، ڪين پنهنجي ائڊريس وغيره به لکي هئي. پر اُن خط جو جڏهن ڪو جواب گهر وارن وٽان نه آيو، ته راڌا سمجهي وئي، ته پڪ ئي پڪ گهر وارا اڃا به ناراض آهن.

پيءُ، جو سامهون واريءَ کٽ تي ليٽيو پيو هو، سو اڃا تائين چپ هو، هونئن، ڳالهيون هن سڀ ٻڌيون پئي. پر کٽ تان اُٿي نه ته هن پنهنجي ڌيءَ ڏانهن اک کڻي نهاريو، ۽ نه راڌا جي ئي همٿ ٿي رهي هئي، ته هوءَ پيءُ سان ڪجهه ڳالهائي سگهي.

ڪجهه دير لاءِ خاموشي رهي. راڌا کي تمام عجيب عجيب لڳو، جڏهن ڏٺائين ته سيني گهر وارن کي جڻ نانگ سنگهي ويو هو. ايتري قدر جو ڪنهن ڪيس ويهڻ جي به آڇ نه ڪئي.

تنهن هوءَ خود ئي پر واري ڪرسيءَ تي ويهي رهي.

هن جي ڪرسيءَ تي وهڻ بعد، پدمي پنهنجي کٽ تان ڏيري ڏيري اُٿيو ۽ ٿورو کنگهندو، گهر جي درين جي پردن سان، هن ڪڙڪين کي جڻ بلڪل ئي ڍڪي ڇڏيو.

پيءُ جي اِئين ڪرڻ سان، راڌا به هڪ ڀيرو اُنهن پردن کي سرسري نگاهه سان ڏٺو. ڪيس ياد آيو ته گهر جي درين تي پردا تڏهن لڳل ڪونه هئا، جڏهن هوءَ گهر ڇڏي ڀڳي هئي.

درين کي پردن سان ڍڪڻ کانپوءِ، پيءُ جڏهن وري پنهنجي کٽ ڏانهن وڃڻ لڳو، تنهن راڌا کي لڳو ته ڪيس پيءُ سان ڪجهه ڳالهائڻ کپي. اِن ڪري نرم ۽ ڌيري آواز ۾ هن صرف پيءُ کان ايترو پڇيو،

"توهان تہ مون سان بيحد ناراض هوندا، بابا."

بجاءِ ڪو جواب ڏيڻ جي، ہيڊي راڏا ڏانهن اهڙين نگاهن سان نهاريو، جنهن مان راڏا سمجهي نہ سگهي تہ پڻس "ها" چوڻ ٿي چاهيو يا "نہ."

تڏهن سندس ماءُ ٿي ڳالهائڻ شروع ڪيو، "جڏهن ڪان تون وئي آهين. تڏهن ڪان پڻهين جي طبيعت ليڪ رهي ٿي ڪٿي ٿي... هاڻي ٿورا ڏينهن اڳ تہ دل جو دؤرو بہ پيو هون."

راڏا طئہ نہ ڪري سگهي، تہ اِن حالت ۾ هوءَ ڇا چوي؟ ڪيس محسوس ٿيڻ لڳو تہ پڻس جي بيمار ٿيڻ جو الزام ڄڻ سندس مٿان مڙهيو پئي ويو، جڏهن تہ حقيقت اها هئي تہ ہيڊو گنريل ڪافي ڏينهن ڪان، دل ۾ تڪليف هئڻ جي شڪايت ڪندو رهندو هو.

هاڻي پيءُ پنهنجو منهن ڪوليو ۽ تمام آهستي آهستي ڄڻ مرٿينگ آواز ۾ پڇيائين، "آ... تنهنجو هوُ راڪيش ڪونہ آيو آهي؟"

بجاءِ "نہ" چوڻ جي، هن انڪار وچان ڪنڌ ڪلي لوڏيو.

"ڇو؟" پڻس ٻيو سوال پڇيو.

ڪجھ دير لاءِ راڏا اِهو طئہ نہ ڪري سگهي، تہ هوءَ ڪهڙو جواب ڏئي. پر پوءِ ڪيس لڳو تہ حقيقت هڪ نہ هڪ ڏينهن سامهون اچڻي ئي آهي، انڪري سچائيءَ کي ڪوڙ جي پردي سان ڍڪڻ بجاءِ، هن نرم آواز ۾ جواب ڏنو، "هو ڪونہ ايندو؟"

پيءُ جون اکيون، جي ڪجھ دير اڳ ننڊاکڙيون هيون، هاڻي سجاڳ ۽ ويڪريون ٿي ويون ۽ اُنهن ۾ هڪ وڏو سوال جو نشان پيدا ٿي ويو. "ڇو؟"

"هو سٺو ماڻهو ناهي." راڏا بس ايترو ئي چئي چپ ٿي وئي. ڪيس لڳو، ڄڻ اِهي لفظ ڪافي هئا. هن جو ہيڊو ۽ آزمودگار پيءُ، اِنهن لفظن جي صحيح معنيٰ سمجهي ويو هوندو.

"پوءِ اهڙي شخص سان گڏ ڇو پيجي وئي هئين؟" پيءُ جي سؤالن جو سلسلو تہ ڄڻ اڃا شروع ئي ٿيو هو.

"عمر جون ڪجھ اوٺايون ٿينديون آهن ۽ ڪجھ وري تقاضائون... ۽ انهن ڪمزورين خواه تقاضائن جي تيزي ايڏي تہ طاقتور هوندي آهي، جو

ٻلو برو سوچڻ جي مهلت ئي ڪانہ ڏيندي آهي."

جيتوڻيڪ، پيءُ کي ڌيءُ جو اهڙو بيباڪ جواب سٺو نہ لڳو، پر جملي ۾ جن چست لفظن جو استعمال راڌا ڪيو هو، ٻڌي کي اُنهن متاثر ضرور ڪيو.

ٻڌي جي سوال جو سلسلو اڃا بہ برقرار هو. اِن ڪري، ٻڌي وري پنهنجي طرفان ٻيو سوال پڇيو، "تنهنجو هينئن اوچتو موٽي اچڻ... ۽ سو بہ بنا ڪنهن اطلاع جي، ڪو تہ ڪارڻ رهيو هوندو اُن جي پٺيان."

راڌا کي لڳو تہ سندس ٻڌيو پيءُ سمجهي سڀ ٿو، پر هو بزرگ جيان، ڪوٺي ڪوٺي سڀ ڪجھ پڇڻ ٿو چاهي. جواب تہ کيس ڏيڻو ئي هو. ان ڪري چيائين، "هيءُ گهر مون پنهنجي مرضيءَ سان ڇڏيو هو، ۽ هوُ گهر مون کان ڇڏايو ويو آهي. مونکي راڪيش خود گهر مان ڪڍي ڇڏيو آهي."

"ڇو؟" پٽس وري پڇيو. هن صاف طرح ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ سندس ڌيءُ سان اهڙو ورتاءُ ڇو ڪيو ويو هو؟

راڌا چيو، "راڪيش کي مون کان بہ ڪنهن بهتر ساٿيءَ جي ضرورت هئي، سا کيس ملي وئي هئي. مان ٻين نگاهن جو تہ مقابلو ڪري سگهيس ٿي، پر هڪ ئي وقت چئن نگاهن جو مقابلو ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر هو."

پيءُ هاڻي ٿورو ڪاوڙجڻ جي حالت ۾ پهچي چڪو هو. پر وري کيس ترت ئي، پنهنجي دل جي تڪليف جي ياد آئي ۽ پنهنجي غصي کي هن ڪجھ دٻائي ورتو. پر پوءِ بہ پنهنجي ردعمل کي ظاهر ڪرڻ کان سواءِ هو پاڻ کي روڪي نہ سِگهيو. "اهڙي ڪميٽي کي مان ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندس. مان کيس ڪورٽ جي ڪٽهڙي تائين ڇڪي ويندس."

اِن تي ٿورو مُڪو مرڪي راڌا چيو، "ان مان ڇا ٿيڻو آهي؟ اسان ڪا رسمي شادي تہ ڪئي ئي ڪانہ هئي."

راڌا جي مُڪي مرڪڻ سان، ماڻس جي نگاهہ سندس ڇپ ٻرسان لڳل ڪنهن ڏڪ ڏانهن کڄي وئي. نشان ڏسندي ئي، هن ڌيءُ کان پڇيو، "هيءُ تنهنجي ڇپ وٽ نشان ڇا جو آهي؟ ڪنهن ڏڪ ٻڪ لڳو

هو ڇا؟"

راڌا جي ننڍڙي ذهن ۾ اڄ به ڪو فرق سمجهه ۾ آيو هو. چيائين، "ها راڪيش جي ئي ڏنل نشاني آهي."

پيءُ، ان تي ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هو اڃا ڪجهه چوي ئي چوي، ان کان اڳ ٻار جاڳي پيو ۽ روئڻ شروع ڪيائين. راڌا ترت ئي ٻار کي، پنهنجي ماءُ جي ڪڇ مان کڻي ورتو.

پنهنجو گهر هوندي به، هٻڪندي هٻڪندي راڌا ماءُ کان پڇيو، "گهر ۾ ڪير هوندو ڇا، امان؟"

"ها آهي." ايترو چئي ماڻس اُٿي رڌڻي ڏانهن هلي وئي.

ٿوريءَ دير لاءِ وري هلڪي خاموشي ڇانئجي وئي.

ڪجهه دير بعد پيءُ وري ڳالهائڻ شروع ڪيو، "هڪ پيرو جنهن گهر جي، جنهن پيءُ جي عزت سان کيڏي، تون گهر ڇڏي وئي هئين. ان گهر ۾ وري قدم رکڻ جي توکي همت ئي ڪيئن ٿي؟"

بيحد نرميءَ وچان راڌا چيو، "همت ته ڪانه پئي ٿي. پر هن حالت ۾، پيو پلا مان وڃان به ڪيڏانهن ها... هتي نه اچان ها، ته ڪن غلط هٿن ۾ وڃي ڦاسان ها... ۽ پوءِ خبر ناهي، اُن جو به ڪهڙو نتيجو نڪري ها. ان حالت ۾ هن گهر جي عزت اڃا به وڌيڪ..." بس، ايترو چئي راڌا چپ ٿي وئي. ڪيس لڳو ته اڳتي پڻس سمجهي ويو هوندو، ته سندس ڌيءُ جو اشارو ڪهڙي ڳالهه ڏانهن آهي.

پيءُ کي تڏهن لڳو، ته جيڪر سوال هاڻي هو پنهنجي ڌيءُ کان پڇڻ وارو آهي، اهو هڪ پيءُ جي منهن تي سونهيا نٿو ڏئي. پر تڏهن به اهڙو سوال پڇڻ کان پنهنجو پاڻ کي روڪي نه سگهيو. انڪري ٿورو هٻڪندي پڇيائين، "آ... ته هاڻي... آ... منهنجو مطلب آهي ته هاڻي هن ٻار جو ڇا ٿيندو؟"

راڌا به هاڻي ٿورو کليءَ طرح ڳالهائڻ جي حالت تائين پهچي چڪي هئي. سڀ ڪجهه ته صاف ٿي ويو هو. هاڻي ڪجهه به ته اهڙو نه رهيو هو، جنهن تي ڪنهن به طرح جو ڪو پردو وجهڻ جي ضرورت هجي. انڪري پيءُ جي ان سوال جي جواب ۾ هن صاف صاف بيباڪ طريقي سان چئي ڏنو، "جتي مان رهنديس، اُتي هيءُ به رهندو."

ڪجھ دير لاءِ وري خاموشي ڇانئجي ويئي.

تڏهن پنهنجي آواز کي ڳورو گنڀير بڻائيندي راڌا وري ڳالهائڻ شروع ڪيو، "هن گهر جو در ڪڙڪائڻ کان اڳ، سوچيو ته مون اهو ئي هو ته پنهنجي هن ٻار کي ڪنهن اناٿ آشرم جي ٻاهران اڇلائي اچان، پر پوءِ منهنجي دل کي اها ڳالهه ان ڪري نه اتري، ته ائين ڪرڻ سان ته منهنجي ٻار جو آئيندو، خبر ناهي ڪهڙين اونداهين ۾ گم ٿي ويندو." جڏهن پٽس اڃا به چپ هو، ته راڌا وري پنهنجيءَ ڳالهه کي اڳتي وڌايو، "پنهنجي ئي گهر ۾ رهي به جڏهن مان ڪو غلط قدم کڻي وينديس، ته گهر کان پري، اناٿ آشرم يا ان کان ٻاهر رهي، منهنجو اؤلاد ڇا بڻجندو. ان ڌڪاءَ ئي مونکي ڌڪائي ڇڏيو. منهنجو ئي رت اڳتي هلي غلط رستن تي پنجکي، اهو مونکي ڪنهن به طرح گوارا نه هو... منظور نه هو... ان ڪري..."

پيءُ کي لڳو ته هاڻي مؤزون گهڙي آئي آهي، جڏهن هو پنهنجي ڳالهه چٽي سگهي ٿو، اُن ڪري ڌيءَ جي ڳالهه کي وچ ۾ ئي ڪٽيندي چيائين، "شڪر آهي... توکي هاڻي خون جي پيڙا جو احساس ته ٿيو آهي."

پيءُ جي طعنيٰ جو جڏهن راڌا ڪو جواب ڪونه ڏنو، تڏهن پيءُ وري اڳتي ڳالهائڻ شروع ڪيو: "اهي پردا ڏسين ٿي نه؟ جڏهن تون گهر ڇڏي ڀڳي هئينءَ، تڏهن اِهي پردا هن گهر جي درين تي لڳل ڪونه هئا. مان کليءَ هوا ۾ جيئڻ چاهيندو هوس، جي رهيو هوس، پر تنهنجي وڃڻ بعد ماڻهو هن گهر ڏانهن آڱريون کڻڻ لڳا. مون کان اهو سڀ سٺو نٿي ويو. ڪيڏي نه وڏي ڏک جي ڳالهه آهي، ته پنهنجي ئي رت مونکي پردي پٺيان لڪائڻ تي مجبور ڪيو آهي. پنهنجي ئي خون جي غلطيءَ جي ڪارڻ مون کي پردن جي پٺيان جي گهٽ کي سويڪار ڪرڻو پيو آهي."

راڌا چپ هئي، هوءَ ڪڇي به ڇا؟ هن کي ته خود ئي پنهنجي غلطيءَ جو احساس هو ته هن جيڪي ڪجهه به ڪيو هو، تنهن ڪارڻ هن گهر جي عزت تي داغ ته لڳو ئي هو.

پوءِ تڏهن پيءُ وري ڳالهائڻ شروع ڪيو، "هونئن سوچيو ته مون اهو ئي هو، ته تو لاءِ هن گهر جا دروازا هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيندس... پر

هاڻي... هاڻي هيءَ بي گناهه معصوم ٻه ته هن گهر جي رت سان واسطو ٿو رکي." ٻڍي جو گلو هاڻي ٿورو ڀرجي آيو هو. پر هو لڳاتار ڳالهائيندو ٿي رهيو: "ڪجهه ماڻهو اهڙا به هوندا آهن، جن کي مور کان وڏيڪ وياج پيارو هوندو آهي... مان به اهڙن ٿي بيوقوفن مان هڪ آهيان... توسان ته مان رشتا ناتا ٽوڙي به وهان، ٽوڙي ڇڏيا به هئم هڪ طرح سان... پر... هن معصوم منهنجو ڇا بگاڙيو آهي...؟ هن معصوم..."

اُن کان وڌيڪ ٻڍو ڪجهه ڳالهائي نه سگهيو. هن جون اکيون لڙڪن سان ڀرجي آيون. ڪڏ تان اُٿي هن ٻار راڌا کان ونئي، ڪيس پنهنجي ڪڇ ۾ ڪنيو. ۽ پوءِ ڪيس ٻچڪاريندو هو ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. اُن گهڙيءَ هڪ مجبور پيءُ ٻيو ڀلا ڪري به ڇا ٿي سگهيو؟

۽ هوڏانهن راڌا کي لڳو ته سندس ٻڍي پيءُ کي شايد اڃا ٻيو به گهڻو ٿي ڪجهه چوڻو هو، پوءِ به هو الائجي ڇو ٻاهر هليو ويو هو.

